# سنڌ ارغون دور ۾

ٻه ارغون حڪمران ۽ هزارين سنڌين جو رت

**اڪرام ساگر عباسي**


نئون نياپو اڪيڊمي

٢٤ - ٣ ماڙ، رحمان ڪورٽ،
تبت سينٽر ڪراسنگ،
ايم. اي. جناح روڊ ڪراچي.

# سنڌ ارغون دور ۾

ٻه ارغون حڪمران ۽ هزارين سنڌين جو رت

اڪرام ساگر عباسي

ڇاپو پهريون: ڊسمبر 2000ع
ڪمپوزنگ: زينت ڪمپوزرس 4/24، رحمان ڪورٽ،
ايم. اي. جناح روڊ ڪراچي.

**قيمت: 50 روپيا**

فول سيل ايجنٽ
نئون نياپو ڪتاب گهر
لڳ گهنٽي ڦاٽڪ
لاڙڪاڻو سنڌ

**SINDH IN ARGON PERIOD**
TWO ARGON KINGS
AND BIOOD OF THOUSANDS SINDHIES
BY: IKRAM SAGAR ABBASI
EDITION: FIRST: DECEMBER 2000
PUBLISHED BY: ***NAON NIAPO ACADEMY***
***KARACHI***

*آچيندي لڄ مران*
*مانواري دادا سنڌي*

جي نالي جنھن سڄي زندگي،
تاريخ جي آئيني ۾
اسان کي، اسان جا ئي عڪس،
ڏيکارڻ ۾ گذاري ڇڏي،

پبلشر جو نوٽ: انعام عباسي

اڄو ٽه ويچاريون: اڪرام ساگر عباسي

ترتيب

# پبلشر جو نوٽ

سنڌ جي تاريخ تي اڄ شديد محنت جي ضرورت آهي.
اڄ وڌيڪ ان جي وڌيڪ ضرورت وري هاڻوڪي سياسي حوالي سان بڻ وڃي وئي آهي.
جو تہ جنهن بحران مان اڄ اسان گذري رهيا آهيون، ان جون سڌيون پاڙون وچي ڪالهہ جي اسان جي وڏڙن پاران ڪيل غلط فيصلن ۽ حد کان وڌيڪ سادگي ۽ پيار جي تهن ۾ کپن ٿيون.
۽ جيستائين اسان انهن ڪيل غلطين جو احساس نہ ڪنداسين، وقت ۽ ماحول کي ياد نہ رکنداسين، تہ شايد هڪ وار وري اسان کي ڪير بہ ان اونداهي کڏ کان بچائي نہ سگهي.
۽ صاف ائين لڳي رهيو آهي تہ جڻ هيءَ حد ۽ وقت اسان سنڌين لاءِ تاريخ ۽ قدرت پاران طئي ڪيل آخري حد آهي، جي اسان اڄ پاڻ نہ سنڀاليو تہ پوءِ فقط اسان وٽ سنڌ جون يادون ئي وڃي باقي رهنديون.
۽ ماضيءَ کي ياد رکندڙ ۽ پنهنجن ڪيل غلط فيصلن تي تکي نظر رکندڙ ئي پنهنجو ۽ پنهنجن ايندڙ نسلن جو جهان جوڙي سگهندا آهن.
سو هي ڪتاب بہ جڻ ان ويسر واري مرض کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ هڪ سڌيءَ طور ٻڌرو ڪڄي ٿو.
۽ جي ڪنهن هڪ ٿي ڪٿي هن ڪتاب مان لاڀ پرايو تہ جهڙوڪر اسان جا گهاٽا ٽڪ لٿا.

انعام عباسي
چيئرمين
نئون نياپو اڪيڊمي

## اڄ تہ ويچاريون

تاريخ هڪ اهڙو علم آهي، جنهن جي سکيا کان سواءِ ڪابہ قوم ترقيءَ جي راھہ تي وڌي نٿي سگهي. تاريخ جو شعور بہ انسان ذات لاءِ اوترو ئي ضروري آهي، جيترو ٻين علمن جو شعور. بدنصيب آهن اهي قومون جيڪي تاريخ جي ڄاڻ کي غيرضروري سمجهنديون ان کان ڪنلاتار ڪن ٿيون. اسان جي قوم بہ هڪ اهڙي ئي بدنصيب قوم آهي، جنهن جو سمورو تاريخي اثاثو (پنج هزار سال قبل از مسيح کان وٺي، اڄ جي جديد سائنسي دور تائين) آڳرين تي ڳڻڻ جيترن ڪتابن تي مشتمل آهي. جيڪو پڻ ڌارين ليکڪن جو لکيل آهي. جن پنهنجن مفادن تحت سنڌي قوم کي نفسياتي طور مريض ڇاڻائڻ ۾ ڪابہ ڪسر ڪانہ ڇڏي آهي. واقعن کي اهڙو تہ مروڙي سروڙي پيش ڪيو آهي. جو سلجهائڻ جي هزارها ڪوشش جي باوجود اهي وڌيڪ الجهندا ٿا رهن.

اسان جا ڏسڻا وائسڻا اسڪالر ۽ اسان جا اهم ترين علمي، ادبي ۽ تاريخي ادارا پنهنجن فرضن کان غافل نظر ايندا. سنڌي ادبي بورڊ ۽ سنڌ الاجي کي جڙندي ورهہ گذري ويا. پر اڄ تائين اسان جا اهي ادارا بنيادي مواد جو بہ پورائو ڪري ناهن سگهيا. سنڌي ادبي بورڊ اڃا تائين سنڌ جي تاريخ تي ڪو مڪمل دستاويز تہ پري جي ڳالهہ پر ترجمن مان بہ فارغ ٿي نہ سگهيو آهي. سنڌالاجي بہ اڄ تائين سنڌ جي تاريخ تي بہ چار ڪتاب ڏيئي خاموش ٿي وٺي آهي. اهڙائي حال اسان جي ٻين ادارن جا ئي آهن.

منهنجن اهڙن جملن چوڻ جو مقصد ڪنهن جي دل آزاري ڪرڻ نه آهي پر ڪيتري نه افسوس جي ڳالهه آهي جو اڄ تائين اسان سومرن جي دور جي به مڪمل تاريخ مرتب ڪري ڪو نه سگهيا آهيون...

منهنجو هي ننڍڙو ڪتاب، ارغون دور جو ڪنهن حد تائين پورائو ڪري ٿو. هن ڪتاب کي منظر عام تي آڻڻ مان منهنجو مقصد سنڌ جي نئين ٽهيءَ کي هڪ قسم جو تاريخي اولڙو ڏيکارڻ جي ڪوشش سمجهي وڃي. هن ڪتاب جي مطالعي ڪرڻ کانپوءِ اڄ جي حالتن جو جائزو وٺي، پيٺا ڪرڻ مان سڌ پوي ٿي ته اسين اڄ به اهڙي تباهي جي ڪناري تي اچي پهتا آهيون، جتي جي اسان سوچ ويچار ۽ پنهنجي پرائي وچڀر فرق ڪرڻ بجاءِ ائين وقت جي وهڪرن ۾ لڙهندا رهياسين ته هڪ ڀيرو ٻيهر ارغون دور جيان تباهيءَ جو منهن ڏسڻو پوندو. اڄ به اسين ايڪي ۽ اتحاد کان پري، سنڌ جي قومي سلامتي ۽ بقا جي مزاحمتي جنگ جا الڳ الڳ سرواڻ ٿيڻ جا خواهشمند، دشمن کي دشمن سمجهندي به انهن جو مهرو ٿيڻ ڪم ڪرڻ ۾ فخر ڪندڙ. اڄ به جيڪڏهن گهرائي سان غور ويچار ڪري ڏسبو ته اسان جي چئوڌاري ڪيترائي، قاضي قادن گهمندي ڦرندي نظر ايندا. هي ڪتاب اڄ جي قاضي قادن ۽ ڪوتائي سيدن جهڙو ڪردار ادا ڪندڙن لاءِ سبق آميز پڻ آهي. ڪين يقين هجڻ گهرجي ته، جيڪڏهن سنڌ کي ٻيهر اهڙين ڪٺن حالتن مان گذرڻو پيو ته انهن جو حشر به قاضي قادن ۽ ڪوتائي سيدن جهڙو ٿي ٿيندو ۽ سندن نالو سنڌ جي تاريخ ۾ لعنت ملامت جو باعث بڻبو.

تنهن ڪري ضرورت آهي يڪجهتي جي، ايڪي، اتحاد ۽ ٻڌيءَ جي قومي آزادي لاءِ هڪ آواز ۽ گڏجي جدوجهد ڪرڻ جي، پنهنجن تاريخي ڪوتاهين کي دور ڪندي اڳتي وڌڻ جي.

ارغونن جي مختصر ترين دور حڪومت، سنڌ تي تمام گهرا اثر ڇڏيا. ارغونن پاڻ ته سنڌ تي ڇٽيهه سال حڪومت ڪئي، پر انهن کان پوءِ ترخان ۽ مغل پڻ انهن جي ئي پيداوار هئا.

تاريخ جا ورق ورائڻ مان سڌ پوي ٿي ته ارغونن جهڙو اونداهو دور سنڌ نه اڳ ڏٺو هو ۽ نه ئي پوءِ. اهوئي سبب آهي جو ارغونن جي فتح جي تاريخ "خراب سنڌ" (٩٢٧هه) مان ڪڍي وئي. جيئرن انسان کي ڪهاڻي ۾ پيڙائڻ، جيئرن انسانن جون کلون لهرائي انهن ۾ بهه پري تحفا ڪري موڪلڻ، جيئرن انسانن کي ٻورين ۾ سبرائي ٻڪر واري ڪوٽ جي برج تان سنڌوءَ ۾ اڇلائڻ، ٻي ڏوهه واٽ ويندڙن کي قتل ڪرڻ، انهيءَ ڏپ کان ته متان بغاوت نه اڀري پوي. تنهن ڪري ڳوٺن جا ڳوٺ قتل ڪرائي ڇڏڻ، ڏيهي ماڻهن وٽ جيڪا به موڙي ڏسن ته اها لٽي ڦري پنهنجي قبضي ۾ ڪرڻ، ارغونن جو خاص مشغلو هوندو هو. وري انهن 36 سالن مان اڌا به همايون بادشاهه 1543-41ع وارا اڌائي سال الاهي آفت کان گهٽ ثابت ڪونه ٿيا.

همايون جي فوجي لشڪر لڳ ڀڳ سڄي سنڌ کي پنهنجن پيرن هيٺان لتاڙيو. سنڌي ماڻهن لاءِ هڪ پاسي پٽ ته ٻي پاسي باهه هئي. شاهه حسن، همايون کي ڪمزور ۽ هيٺو ڪرڻ لاءِ نه رڳو ٻوڪي راهيءَ ڪرڻ کان منع ڪئي هئي، پر تيار بيٺل فصلن کي پڻ پيلائي ڇڏڻ جو حڪم ڏنو هو.

شاهه حسن ۽ همايون جي وچ ۾ هلندڙ انهيءَ سرد جنگ، سنڌي ماڻهن کي صفا ٻي چسو ٻٽائي ڇڏيو هو. همايون جي لشڪر سان منهن ڏيڻي اڃان آجا ئي مس ٿيا ته وري شاهه حسن جا ڪتا پٺي مٿن ڪڙڪيا. ان روز روز جي قرلٽ ۽ غارتگري مان بيزار ٿي ڪيترائي معتبر ماڻهو جلاوطن ٿيڻ تي مجبور ٿي ويا. پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏي ڪيترائي سنڌ واسي، ڪڇ، گجرات ۽ عرب رياستن ڏانهن وڃي رهڻ لڳا. انهيءَ چوڻ ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته اڄ جيڪا سنڌي قوم ۾ ويڳاڻپ ۽ واڻڙاٽپ نظر اچي رهي آهي، اها پڻ ارغون دور جي پيداوار آهي.

ارغونن جي دور جو مطالعو ڪندي، جيڪا ڳالهه تلهي ليکي محسوس ٿئي ٿي اها آهي سنڌي قوم ۾ غيريقينيءَ واري صورتحال . ڄام فيروز جي دور حڪومت ۾ عوام حڪومتي ڪارگذارين مان مايوس ٿي چڪو هو. شاهي درٻار ۾ عوام جي فلاح، بهبود ۽ سماجي، معاشرتي ترقيءَ جي صلاح مشورن بجاءِ سازشي منصوبا جڙڻ لڳا. اهڙو وايو منڊل ڏسي، درياخان پنهنجن حمايتن سميت، حڪومتي مشينريءَ کان جدا ٿي ويو. وطن دوست ۽ سرويچن جي جاءِ خوشامدڙن ۽ چاپلوسن اچي والاري. جيڪي وقت اچڻ تي ڄام فيروز سان وفا ڪرڻ بجاءِ ارغوني صفن ۾ شامل ٿي ويا. اهوئي سبب هو جنهن جي ڪري عوام ارغونن جي انهيءَ ويڙهه کي قومي بقا جي ويڙهه سمجهڻ بجاءِ هڪ مخصوص طبقي جي ويڙهه ڄاڻي پاڻ کي ان کان پاسيرو پٽي رکيو. پر جڏهن ارغوني لشڪر راتاها هڻڻ لاءِ مٿن اچي ڪڙڪيو ته مجبورن سنڌين ساڻن مهاڏو پٽي انڪايو. نه ته ٻي صورت ۾ هر ڪو پنهنجي پنهنجي منهن خاني خان هو. حڪومتي ڪارندن کان وٺي درياخان ۽ بلاولي تحريڪ جي پوئلڳن سميت ڪنهن به سورهيه گڏيل حڪمت عملي جوڙڻ ڏانهن ڌيان ئي نه ڏنو. نتيجو اهو نڪتو جو ارغونن جو هڪ ننڍڙو ٽولو، جنهن جو ڪوبه بڻ بنياد ڪونه هو ۽ نه ئي وري ڪو پٺيان ڪين مدد ڪرڻ وارو هو. سنڌ جهڙي وسيع ۽ مردم خيز خطي جو فاتح ٿيجي ويو ۽ سنڌ جا سرويچ واري واري سان سنڌ تان سر گهوري قربان ٿيندا رهيا ۽ سنڌ ڏينهون ڏينهن وٺي ٿي غلاميءَ ۾ جڪڙجندي وئي.

آءٌ پنهنجن پڙهندڙن کي اها گذارش ڪندس ته منهنجي هن ننڍڙي ڪاوش جو مطالعو ڪري، پنهنجي راءِ کان ضرور آگاهه ڪن. آءٌ قومي فرض ڄاڻي انهيءَ تي عمل ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندس. اها منهنجي خوش قسمتي ٿيندي جو مون کي عام پڙهندڙ نقاد ملندو.

آءُ ٿورائتو آهيان ڀاءُ انعلرعباسي جو جيڪو هڪ ڀيرو ٻيهر توهان ۽ منهنجي وچ ۾ ملاقات جو وسيلو بڻيو ۽ پنهنجي پياري دوست امام راشديءَ جو پڻ جنهن هن ڪتاب لکڻ ۾ تمام گهڻي مدد ڪئي.

اڪرام ساگر عباسي

شاهہ بيگ ارغون جڏهن پاڻ کي ٻن طاقتور حڪمرانن جي وچ ۾ قاتل ڏٺو تہ هن پنهنجن اميرن کي گهرائي ساڻن صلاح مشورا ڪيا تہ "هڪ نہ هڪ ڏينهن بابر ضرور ڪابل مان ڪهي، اچي قنڌار تي حملو ڪندو. تنهن ڪري بهتر آهي تہ، ان ڪان اڳ ئي اسان ڪو ٻيو ملڪ هٿ ڪيون." سمورا امير ان صلاح تي متفق ٿيا ۽ اهو طئي ٿيو تہ شال (ڪوئٽا) ۽ سيوي تي قبضو ڪيو وڃي. اهڙي طرح هڪ وڏو ڪٽڪ ساڻ ڪري شاهہ بيگ ارغون "شال ۽ سيوي" طرف وڌيو. جڏهن سيوي جي حاڪم کي شاهہ بيگ جي ڪاهي اچڻ جي خبر پئي تہ ان معتبر ماڻهن کي، سوکڙين پاکڙين سميت شاهہ بيگ ڏانهن موڪليو ۽ پنهنجي وفاداريءَ جو يقين ڏياريو. ڪجهہ ڏينهن سيويءَ ۾ رهي، شاهہ بيگ ارغون قنڌار ڏانهن موٽي ويو.

1507ع ۾ بابر قنڌار جي فتح لاءِ رواني ٿيو ۽ شاهہ بيگ ارغون قنڌار کي آخري سلام چئي شال ۽ سيويءَ تي ديرو ڄمائي ويٺو. اهو علائقو جيئن تہ غيرآباد ۽ جابلو هو سو سندس اخراجات جي حساب کان تمام گهٽ هو. ان ڪري هن جا ڏاڍا ڏکيا ڏينهن پئي گذريا. ڌن ۽ دولت جي حاصلات ۽ بابر جي ڏپ کان شاهہ بيگ سنڌ تي قبضي لاءِ پنهنجن اميرن سان صلاح ڪئي ۽ پنهنجي پاءِ سلطان محمد ارغون جي سپہ سالاريءَ ۾ وڏو لشڪر سنڌ جي سرحدي شهر سبيءَ تي چاڙهي موڪليو. سبي شهر ۾ انهن تمام گهڻي قرلٽ ڪئي ۽ ان جنگ ۾ اتان

## ۽ ارغون حڪمران ۽ هزارين سنڌين جو رت

جو نائب، حملي ڪندڙن سان وڙهندي مارجي ويو.

تڏهن سنڌ تي ڄام ننڊو (ڄام نظام الدين) حڪمراني ڪندو هو. ان وٽ جڏهن ارغوني حملي جي خبر پهتي تہ ڄام نندي درياخان جي اڳواڻيءَ ۾ لشڪر موڪليو. درياخان ارغونن تي حملو ڪري سلطان محمد کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ باقي ارغون لشڪر پنهنجي سپہ سالار جي مارجڻ ڪري همٿ هاري ويٺو ۽ ڇڙوڇڙ ٿي واپس "شال" وڃي پهتو. ان شڪست شاهہ بيگ ارغون جا حوصلا ٿي خطا ڪري ڇڏيا ۽ سنڌ فتح ڪرڻ جو ارادو سندس سيني اندر حسرت بڻجي رهجي ويو ۽ ڄام نندي جي زندگيءَ ۾ وري ڪنهن بہ سرحد سان هٿ چراند ڪرڻ جي سگهہ نہ ساري.

1508ع ۾ ڄام نندي وفات ڪئي. سنڌ جي تخت تي ڄام فيروز ويٺو. ڄام فيروز جيئن تہ اڃا الهڙ جوان هو، تنهن ڪري هو، هر وقت محل اندر عيش عشرت ۾ مگن پئي رهيو. ملڪ ڪان ٻاهر تہ نهيو، پر ملڪ اندر ڇا پئي وهيو واپريو ان ۾ بہ ڪيس ڪا دلچسپي نہ هئي. سمن ۽ خاصخيلين عوام سان ظلم ڪرڻ شروع ڪري ڏنا. ملڪ جو سمورو انتظام ڏاوان ڏول ٿي ويو. بدامني ۽ انتشار سبب عوام جو آرام ۽ سڪون ختم ٿي ويو.

درياخان بہ جڏهن ڏٺو تہ عن نااهل حڪمران آڏو هڪ بہ نہ ٿي هلي تہ حڪمران ڏر کي ڇڏي پنهنجي جاگير "ڳاهان" ۾ وڃي رهيو. ڄام فيروز جي چوڌاري مسخرن، چاپلوسن ۽ سازشين جو گهيراءُ وڌندو رهيو. مجبورن عوام ڄام صلاح الدين کي گجرلت وڃي واهر ڪرڻ لاءِ ٻاڏايو، جيڪو مظفر گجراتي ڪان ڏهہ هزار پيادن ۽ سوارن جو لشڪر وٺي ٺٽي تي ڪاهي آيو. ڄام فيروز مقابلي جو ست نہ ساري جنگ بنا حڪومت جون واڳون ڄام صلاح الدين جي حوالي ڪري ڀڄي ويو. ان بعد ڄام فيروز ماءُ کي ميڙ ڪري ۽ پيءُ جا واسطا ڏئي درياخان کي پرچايو. درياخان ڄام نندي جي پيار ۽ مهربانين کي ڏسندي، ڄام فيروز کي حڪمراني واپس ڪرائڻ لاءِ ٺٽي تي حملو ڪيو ۽ وڏي ڏاهپ سان هارايل جنگ کي فتح ۾ تبديل ڪري ورتو. اهڙي طرح ڄام فيروز هڪ دفعو ٻيهر سنڌ جي حڪومت حاصل ڪئي.

انهن گهرو جنگين ۽ فسادن بہ هٿي وڃي هنڌ ڪيو. نور گامي ۽ دولت شاهي (ارغون ايجنٽ) جيڪي اڳ ئي سنڌ پهچي چڪا هئا ۽ ڄام فيروز جي اهم اميرن ۾ شمار پئي ٿيا، تن ٻنهي شاهہ بيگ ڏانهن قاصد موڪلي سنڌ جي اندروني حالتن کان آگاهہ ڪيو ۽ حملي ڪرڻ لاءِ اتساهيو. پر جيئن تہ شاهہ بيگ اڃان اڳيون ڌڪ وساري نہ سگهيو هو، تنهن ڪري ان حملي جي همٿ نہ ڪئي.

ڄام فيروز جڏهن درياخان جي مدد سان، ٻيهر حڪومت حاصل ڪئي تہ ڄام فيروز جي دل ۾ درياخان کان ڏپ پيدا ٿي پيو، تنهن ڪري ان درياخان کان بہ جند

جڏانھن پئي گھري، ھن پنھنجي ماءُ مدينا ماچياڻيءَ کي شاھہ بيگ ڏانھن موڪلي، سنڌ تي حملي ڪرڻ جي دعوت ڏني.

اھڙن نياپن ۽ سنيھن ملڻ ڪانپوءِ شاھہ بيگ نيٺ دل جھلي ھڪ ڀيرو ڀيھر ڀاڳ آزمائڻ جي ڪوشش ڪئي.

"سياري جي شروع ۾ ھڪ ھزار سوار تيار ڪري، سيوي ڪان سنڌ موڪليائين، ھن حملي ۾ مغل ھڪ ھزار اٺ ڪاھي ويا، جيڪي رات جو باغن جي ٿارن ۾ ڪم ڪندا ھئا. ٻين شين جو يا انھيءَ ملڪ جي آباديءَ جو اندازو ان مان لڳائڻ گھرجي. لشڪر انھي گردونواح ۾ ھڪ ھفتو رھي موٽي ويو." (1)

شاھہ بيگ جي ان حملي ڪرڻ مان ٻہ مقصد نمايان طور نظر اچن ٿا. ھڪ تہ ان حملي مان ھن سنڌين جي يڪجھتيءَ ۽ فوجي سگھہ جو اندازو ڪرڻ پئي گھريو ۽ ٻيو وري درياخان ۽ مخدوم بلاول جي ڌرتيءَ سان ھٺ چراند ڪري بلاولي پيروڪارن ۽ درياخان جو ردعمل ڏسڻ پئي گھريو.

جڏھن شاھہ بيگ جو لشڪر سواءِ ڪنھن رنڊ روڪ جي اٺن ڏينھن تائين مسلسل ان ڌرتيءَ کي پيليندو رھيو ۽ ڦرلٽ ڪري بي انداز مال غنيمت سميت سواءِ ڪنھن جنگ جدل ۽ جاني نقصان جي واپس پھتو تہ ان سنڌ تي ڀرپور حملي لاءِ تياري ڪئي. فوجي لشڪر ۾ ارغونن، ترخانن ۽ مغلن ڪان سواءِ شال ۽ سيوي جا بلوچ بہ ڀرتي ڪيا. اھڙي طرح ھو، ھڪ وڏو ڪٽڪ ڪاھي سنڌ تي ھڪ ڀيانڪ آفت بڻجي ڪڙڪيو. شاھہ بيگ پنھنجي لشڪر کي ٻن حصن ۾ ورھايو. ٻھريان ٻہ سئو چاليھہ چونڊ بھادرن جو ھڪ ننڍڙو لشڪر مير فاضل جي نگرانيءَ ۾ روانو ڪيو ۽ پاڻ وڏي ڪٽڪ سان انھن جي پٺيان پٺيان پئي آيو.

سنڌ تي انھيءَ ارغوني ڪاھہ جي خبر جڏھن بلاولي پيروڪارن کي پئي تہ انھن درياخان جي پٽن محمود خان ۽ مٺڻ خان جي نگرانيءَ ۾ لشڪر تيار ڪري ٺلٽيءَ وٽ مير فاضل ڪوڪلتاش جو اڃي اڳ جھليو، ٻنھي ڌرين ۾ جنگ لڳي. ملڪ ۾ بدانتظامي ۽ انتشار ھجڻ ڪري، عام رعيت حڪومت ڪان پاسيري ھئي، عوام ڌارين جي ان حملي کي بہ اڳين حملن جيان محسوس ڪيو، پر محمود خان ۽ مٺڻ خان سنڌ جي حڪومتي ڍانچي ڪان پاسيرو ھوندي بہ وطن جي آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ لاءِ جنگ جوٽي، جنگ ھلندڙ ھئي، شاھہ بيگ بہ باغبان ۾ اچي خيما کوڙيا. شاھہ بيگ جو وڏو لشڪر ڏسي اتان جا زميندار پنھنجي روايتي ذھنيت جو مظاھرو ڪندي سندس خدمت ۾ سوکڙين سميت پيش ٿيا. ان نذر نياز ۽ زميندارن جي بعيت مڃڻ جي خبر سنڌي لشڪر تي ڏاڍو ھاڃيڪار اثر ڇڏيو. سنڌي لشڪر اھو ٻڌي دل ھاري ويٺو ۽ ھار پسي ٻوٽي موٽ کاڌي.

"شاھہ بيگ لڪيءَ جي جبلن ڪان ٿيندو ٺٽي تي حملي آور ٿيو ۽ خانواھہ جي ڪناري تي خيما کوڙيا. 22 ڊسمبر 1520ع تي جنگ لاءِ نغارا وڄايا ويا. ٻنھي

ڏرين ۾ اهڙي تہ سخت لڙائي لڳي، جنهن جي شرح ڪان قلم جي زبان قاصر آهي. نيٺ شاھ بيگ فتحمند ٿيو. ڄام فيروز درياھ ٽپي ڀڄي ويو ۽ درياخان ننگر بردي قبتاش نالي ارغون جي (جنهن کي قبتاش جي لقب سان سڏيندا هئا) هٿان ٻين سمن سپاهين سان گڏ قتل ٿي ويو." (2)

22 ڊسمبر 1520ع جو سڄ سنڌ واسين لاءِ غلاميءَ جو پيغام کڻي آيو ۽ 31 ڊسمبر 1520ع تائين ٺٽي ۾ رت جي راند جاري رهي. حڪومتي ڪارندن خواه بزرگ شخصيتن جي تميز ڪرڻ بجاءِ مغل لشڪر، گهرن ۾ گهري ڦرلٽ ڪندو رهيو. ماڻهن کي اهل عيال سميت گرفتار ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح سنڌ سمن جي صاحبيءَ مان نڪري ارغونن جي هٿ چڙهي وئي.

ارغونن فتح حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڏيهي ماڻهن سان تمام برو سلوڪ ڪيو. امن جي وستيءَ مان امن امان بلڪل ختم ٿي ويو. قتل، غارت ۽ ڦرلٽ هڪ معمول بڻجي ويو. انسانيت جو نالي ماتر بہ خيال ڪونہ ڪيو ويو. درياخان جي شهيد ٿيڻ ۽ ارغونن جي فتح جو ٻڌي ڄام فيروز ٻار ٻچا ٺٽي ۾ ڇڏي پنهنجو سر بچائي ڀڄي ويو. ان کي جڏهن ٻي ڪا واھ نظر نہ آئي تہ شاھ بيگ سان صلح ڪرڻ خاطر آزين نيازين ڀريو خط لکي غلاميءَ جو طوق ڳچيءَ ۾ پائي زندگي بسر ڪرڻ جو وچن ڪيو:

"هن غلام کي ايتري طاقت ئي ڪانهي جو حضور جن سان مقابلو ۽ جنگ ڪري سگهي. هن وقت تائين جيڪي ڪم ٿي چڪا آهن سي رڳو پنهنجي ساھ جي خوف ۽ ٻين جي ڀڙڪائڻ ڪري ٿيا آهن. جيڪڏهن بخشش جي پاڻيءَ سان مون نمائي جا گناھ ڌوتا ويندا تہ هر حال ۾ زر خريد ٽيل غلام ٿي گذاريندس ۽ جيستائين حياتي هوندي حضور جن جي ليڪي کان ٻاهر قدم نہ رکندس. جڏهن حضور جن پنهنجي لشڪر سميت ٺٽي شهر کان ٻاهر منزل انداز ٿيندا تڏهن آئون حضور جن جي قدم بوسي اچي ڪندس." (3)

جنوري 1521ع ۾ شاھ بيگ ۽ ڄام فيروز جي وچ ۾ ملاقات ٿي. ڄام فيروز تمام گهڻي ادب سان شاھ بيگ اڳيان عاجزيءَ ۽ احسان منديءَ جو اظهار ڪيو. شاھ بيگ ڪيس پنهنجي پيءُ امير ذوالنون مرحوم جي سروپا پهرائي ۽ ٺٽي وٺي آيو. شاھ بيگ ارغون پنهنجي اميرن سان صلاح ڪري ڄام فيروز سان معاهدو ڪيو "لکيءَ کان هيٺ وارو حصو، سمنڊ جي ڪناري تائين، ڄام فيروز جي هٿ ۾ رهندو. مگر مير علي اڪبر ارغون هن جو معاون رهندو." (4)

ڄام فيروز تي ايتري ساري مهرباني ڪرڻ ۾ بہ، شاھ بيگ جا ٻہ مقصد هئا. هڪڙو تہ هو پاڻ ئي واضح ڪري ٿو تہ سنڌ تمام ڪشادو ۽ وسيع ملڪ آهي، جنهن کي سنڀالڻ اسان جي عملدارن جي وس کان ٻاهر آهي، ۽ ٻيو تہ شاھ بيگ جي منزل اڃا بہ اڳتي هئي (هن گجرات تي بہ قبضو ڪرڻ پئي گهريو) جنهن جي لاءِ

ان ۾ سنڌ ۾ هڪ اهڙو گروهه پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪو وقت سر ڪيس مدد ڪري سگهي. جهڙي نموني شاهه بيگ سنڌ تي حملي ڪرڻ کان اڳ سيوي ۽ شال تي قبضو ڪري، اتان جي بلوچن کي فوج ۾ ڀرتي ڪري سنڌ تي حملو ڪيو هو. اهڙي طرح وري هتان به وقت سر فوجي مدد حاصل ڪرڻ خاطر ڄام فيروز کي راضي رکڻ پئي گهريو.

"شاهه بيگ ارغون ٺٽي مان واندو ٿي وري سيوهڻ ڏانهن رخ ڪيو ته جيئن سيوهڻ جي قلعي کي ٻيهر پنهنجي قبضي هيٺ آڻي. سيوهڻ ۾ اها خبر شاهه جيان پکڙجي وئي، ٺٽي ۽ ۾ حريت پسندن ارغونن خلاف محاذ کڙو ڪيو. اها خبر جڏهن شاهه بيگ کي پئي ته سيوهڻ ۽ ان جي ويجهڙائي وارن علائقن جا آزادي پسند ٺٽي ۾ گڏ ٿي درياخان جي پٽن محمود خان ۽ مٺڻ خان جي سپه سالاري ۾ جنگ جي تياري ڪري رهيا آهن ته شاهه بيگ انهن کي به ڄام فيروز جيان "ڪجهه وٺو ۽ ڪجهه ڏيو" جي بنياد تي راضي ڪرڻ لاءِ قاضي قادن کي موڪليو. جنهن انهن مجاهدن کي هرڪائڻ ۽ ڌمڪائڻ لاءِ پنهنجيون سمورييون صلاحيتون استعمال ڪيون. پر موٽ ۾ انهن سرويچن ڪيس جواب ڏنو ته "اسين غلاميءَ جي زندگيءَ کان موت کي وڌيڪ اهميت ڏيون ٿا ۽ پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪنهن به ڌارئي حڪمران جي حڪمراني قبول نه ڪنداسين." قاضي قادن جڏهن ڏٺو ته انهن کي ڌمڪائي ڊيڄاري ٻي همٿ ڪرڻ سندس وس کان ٻاهر آهي، ته هن واپس وڃي شاهه بيگ ارغون کي چيو، ميان محمود، مٺڻ، ڄام سارنگ ۽ رتمل سوڍو اچڻ لاءِ تيار هئا، ليڪن مخدوم بلاول کين روڪي ڇڏيو." (5)

اهڙو جواب ٻڌي شاهه بيگ حملي جو حڪم ڪيو ۽ صبح سوير ئي مير فاضل ڪوڪلتاش جي نگرانيءَ ۾ لشڪر روانو ڪيو ۽ پاڻ منجهند ڌاري انهن جي پٺيان روانو ٿيو. ارغوني لشڪر جي سپه سالاري مير فاضل ڪري رهيو هو ۽ سنڌي لشڪر جي مهنداري رتمل سوڍي پئي ڪئي. ٻنهي لشڪرن ۾ خوفناڪ جنگ لڳي، سوڍن ۽ سهتن ڄمي لڙائي ڪئي. سوڍو پنهنجي لشڪر جي ڪافي ماڻهن سميت سنڌ تان قربان ٿي ويو. پٺيان شاهه بيگ به اچي پهتو، جنهن جي ڪري ارغوني لشڪر جو ايا به حوصلو وڌي ويو ۽ قلعي کي فتح ڪري ورتو. شاهه بيگ ٺٽيءَ ۾ ٽي ڏينهن رهي تمام گهڻي بربادي ڪئي، سيوهڻ جي قلعي تي مير عليڪ ارغون سلطان مقيم بيگلار ۽ ڪيڪ ارغون کي مقرر ڪري، هو بکر ڏانهن راهي ٿيو. بکر جي قلعي تي سلطان محمود خان کي مقرر ڪري هو وري شال ڏانهن واپس وريو.

سنڌ جي غلامي، بربادي، قتل عام ۽ ڦرلٽ جون خبرون تيسين وڃي گجرات پهتيون، سنڌين جا ڏک سور ٻڌي، ڄام صلاح الدين وطن جي عزت ۽ آبروءَ خاطر لشڪر تيار ڪري سنڌ تي ڪاهي آيو. ڄام صلاح الدين جي لشڪر ۾ سمن، سوڍن، جاڙيجن ۽ ڪنگهار قبيلي جي وطن دوستن ۽ آزادي پسندن حصو ورتو.

"ڄام صلاح الدين جي ڪاهي اچڻ جو ٻڌي، ڄام فيروز سواءِ جنگ ڪرڻ جي، حڪومت ڇڏي ڀڄي وڃي سيوهڻ جي ارغون ۽ ترخان اميرن وٽ پهتو. انهن کان مدد گهريائين، پر انهن ڊارين لٿيرن، سواءِ شاهه بيگ جي اجازت جي مدد ڪرڻ جو آسرو به ڪونه ڏنس. جن اهو سمورو احوال شاهه بيگ ڏانهن قاصد وسيلي موڪليو ۽ شاهه بيگ جي حڪم جو انتظار ڪرڻ لڳا. ڄام فيروز پنهنجو به ايلچي شاهه بيگ ڏانهن تڪڙي مدد ڪرڻ لاءِ موڪليو. شاهه بيگ پنهنجي پٽ مرزا شاهه حسن کي، ڄام فيروز جي مدد لاءِ روانو ڪيو. شاهه بيگ هڪ ٻئي پٺيان مددي لشڪر جون ڇلنگيون سامان ۽ رسد سميت، مرزا شاهه حسن جي پٺڀرائيءَ لاءِ موڪليندو رهيو. پاڻ به لشڪر ساڻ ڪري آهستي آهستي منزلون ڪندو پٺيان پٺي آيو. تان جو سيوهڻ جي ويجهو اچي پهتو." (6)

ڄام صلاح الدين پنهنجي لشڪر کي ٻن حصن ۾ ورهايو. ٻهريون حصو پنهنجي پٽ هيبت خان جي سپه سالاريءَ ۾ ويڙهه لاءِ ميدان جنگ ۾ لاٿو. ارغوني لشڪر جي نگراني مرزا عيسيٰ ترخان ڪري رهيو هو. ٻنهين لشڪرن ۾ قيامت خيز جنگ لڳي. نيٺ هيبت خان دشمن سان لڙندي مارجي ويو. پٽ جي مارجڻ جو ٻڌي ڄام صلاح الدين پاڻ به جنگ ۾ ڪاهي پيو. سنڌي لشڪر جو جوش ۽ جولان ڏسي، شاهه حسن پٺئين پاسي کان حملو ڪيو، جنهن سبب سنڌي لشڪر وڃ ۾ اچي ويو. آخرڪار ڄام صلاح الدين پڻ ڪيترن ئي، سپاهين سميت شهيد ٿي ويو.

ارغوني لشڪر فتح جا نغارا وڄائيندو ٺٽي ۾ داخل ٿيو ۽ ڄام فيروز کي تخت تي ويهاڙي سيوهڻ ڏانهن موٽيو، جتي شاهه بيگ ارغون سندن انتظار ۾ هو. سيوهڻ ۾ شاهه حسن، ماڇي قبيلي تي حملو ڪري ڪيترائي مرد مجاهد ماري ڇڏيا.

حسام الدين راشدي لکي ٿو:

"ماڇي قوم جي ماڻهن آڻ نه ٿي مڃي ۽ اطاعت کان نابري واري بيٺا. سيني جو قتل عام ڪيو ويو ۽ سندن مال ملڪيت کي غارت ڪري گهر گهاٽ، آبرو ۽ مان لاهي سندن قلعي کي ڊاهي زمين برابر ڪري ڇڏيائون." (7)

شاهه حسن کي باغبان جي قلعي ۾ ترسائي شاهه بيگ پاڻ سيوهڻ جي قلعي جي مرمت ڪرائڻ لاءِ اوڏانهن ويو ۽ قلعي کي اندران ٻاهران مرمت ڪرائي مضبوط بڻايو ۽ پنهنجن، اميرن کي حڪم ڪيو ته ڍل طور اناج وٺي قلعي اندر گڏ ڪيو وڃي. ڍل جي آڙ ۾ سيوهڻ جي چوڌاري غريب هارين کان بي انداز ڦرلٽ ڪري هارين خواهه عام رعيت جا گهر ٻهاري قلعي ۾ تمام گهڻو اناج گڏ ڪيو ويو.

هن ڀيري شاهه بيگ جيئن ئي "شال" کان واپس وريو، تيئن ئي سنڌ جو رهيل سهيل رت پيئڻ لاءِ، نهي سنبري نڪتو. هن سيوهڻ جي پسگردائيءَ کي تباهه ۽ برباد ڪري، بکر ڏانهن پنهنجا پير وڌايا. بکر ۾ جيئن ته سلطان محمود خان حاڪم مقرر ٿيل هو. جنهن جي اتان جي رهواسين فرمانبرداري قبول ڪانه ٿي ڪئي

۽ ڪوبہ حڪم بحيثيت حڪمران جي نہ ٿي مڃيو. خاص ڪري ڏاريجن مخالفت ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. انهن عام رعيت کي منع پئي ڪئي تہ حڪومت سان ڪو بہ سهڪار نہ ڪيو وڃي ۽ نہ ئي وري ڍل ڏني وڃي. جيڪي عملدار ڍل لاءِ ماڻهن وٽ ويندا هئا تہ انهن کي مار موچڙو ڪري واپس ڪندا هئا. ڏاريجن سلطان محمود خان کي زير ڪرڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪئي. انهن جنگ لاءِ پڻ لشڪر تيار ڪيو ۽ سلطان محمود کي گرفتار ڪرڻ لاءِ بہ ٻيرا قلعي تي حملا پڻ ڪيا هئا. بکر جي سيدن، سلطان محمود جي پٺ ڀرائي پئي ڪئي. ان ڪري ڏاريجن کي واپس ٿيڻو پئي ٿيو. سلطان محمود خان ڏاريجن کان تمام گهڻو ڊنل ۽ پريشان هو. پر بکر جا سيد ڪيس همٿايون بيٺا هئا ۽ جڏهن بہ ڏاريجا جنگ لاءِ بکر قلعي ڏانهن وڌيا پئي تہ سندن مقابلو سلطان محمود بجاءِ بکر جي سيدن سان پئي ٿيو.

سلطان محمود کي جڏهن خبر پئي تہ سندن پيءُ مير فاضل بکر جي ويجهو پهتو آهي تہ هن هڪ درد ڀريو خط لکيو جنهن ۾ ڏاريجن ۽ عام خلق جي مخالفت ۽ پريشان ڪرڻ جو سمورو احوال هڪ قاصد وسيلي مير فاضل ڏانهن روانو ڪيو. سلطان محمود کي ڏاريجن کان ڪيترو خوف ۽ هراس هو، ان جو پتو سندس خط مان پئجي وڃي ها. پر اهو خط ڪنهن بہ ڪتاب ۾ ڇاپايل نہ آهي. سواءِ لکت ۾ اشارن جي. پوءِ بہ مير فاضل جڏهن بکر جي ويجهو پهچندي، جيڪو سلطان محمود ڏانهن نياپو موڪليو هو، ان ۾ سمجهہ واري لاءِ ڪافي ڪجهہ موجود آهي. مير فاضل سلطان محمود ڏانهن لکيو؛

"خبردار! قلعي کان ٻاهر پير نہ رکج ۽ مرداڻو (مڙس ماڻهو) ٿي رهج، ڇاڪاڻ تہ جنهن جماعت مخالفت ڪئي آهي، تن سڀني کي تقدير جي قوت سان بکر جي قلعي ۾ قيد ۽ گرفتار ڪيو ويندو." (8)

مير فاضل جڏهن بکر جي ويجهو پهتو تہ مَهرن جي سردار لالي مهر سندس خدمت ۾ حاضري ڀري اطاعت ڪئي ۽ ڏاريجن جي بہ 47 ننڍن خواہ وڏن سردارن جان جي خوف کان سندس فرمانبرداري قبول ڪئي. الهن سمورن سردارن کي ساڻ ڪيون مير فاضل بکر جي قلعي ۾ داخل ٿيو. سلطان محمود جڏهن پيءُ کي ڏٺو تہ سندس چوڻ مطابق واقعي مڙس ماڻهو ٿي ويو ۽ ڏاريجن جون سموريون ڪارگذاريون ڪيس ٻڌايون. پٽ جي دانهن ٻڌي مير فاضل ڏاريجن جي سمورن غدار سردارن کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

شاهہ بيگ پڻ بکر ۾ آزادي پسندن جون سرگرميون ٻڌي، پاڻ اتي ئي ترسي پيو ۽ مير فاضل ڏانهن ڪجهہ پيا بہ امير موڪلي ڏنائين. جڏهن مير فاضل جي خير سان بکر جي قلعي ۾ پهچڻ جي خبر ملي تہ پوءِ هو پاڻ بہ اوڏانهن راهي ٿيو. مير معصوم جي لکڻ مان ايئن ٿو محسوس ٿئي تہ بکر جي چوڌاري رهندڙ ڏاريجن، جتوئين، مهرن ۽ ٻين قومن جي آزادي جي هلچل کان شاهہ بيگ کي ٻن ڊپ هو. هو لکي ٿو؛

"شاهہ بيگ کي جڏهن معلوم ٿيو تہ مير فاضل بکر ۾ خير سلامتيءَ سان پهتو آهي، تڏهن پاڻ، جنهن منزل تي پهتو هو، اتان تکو تکو بکر ڏانهن روانو ٿيو ۽ سکر جي ميدان ۾ لٿو. (9)

شاهہ بيگ جي استقبال لاءِ سلطان محمود بہ اڳيرو آيو ۽ قاضي قادن، جيڪو ان وقت شاهہ بيگ پاران بکر جي عدالت جو قاضي مقرر ٿيل هو، پنهنجن پٽن سميت شاهہ بيگ جي خدمت ۾ اچي حاضري ڀري، ڄام فيروز پڻ سوکڙين سميت، پنهنجي قاصد کي موڪليو، جيڪي شاهہ بيگ کان انعام اڪرام وٺي ڄام فيروز ڏانهن واپس وريو.

سلطان محمود ڌاريجن جي آزاديءَ جي جدوجهد بابت شاهہ بيگ کي سمورو احوال ڏنو. شاهہ بيگ انهن حريت پسندن بابت قاضي قادن کان صلاح گهري، جنهن تي قاضي صاحب فرمايو تہ:

"هي ملڪ سيلابي آهي ۽ هن زمين ۾ ڪنڊا گهڻا ٿيندا آهن. تنهن ڪري چنجور هميشہ هٿ ۾ رکڻ گهرجي." شاهہ بيگ ان سخن ٻڌڻ شرط انهن ماڻهن جي قتل جو حڪم ڏنو. سلطان محمود هڪدم شهر ۾ پهتو ۽ راتو رات انهن ماڻهن کي قتل ڪرائي، انهيءَ برج تان هيٺ اڇلايو، جيڪو خوني برج جي نالي سان مشهور آهي. (10)

سيد قبيلو جيڪو گهڻي وقت کان وٺي بکر جي قلعي ۾ رهائش پذير هو. جنهن سلطان محمود سان ڏکئي وقت ۾ نہ رڳو ساٿ ڏنو ۽ سهڪار ڪيو پر پنهنجي سر پاڻ قلعي جي برجن تي چڙهي سلطان محمود جي حفاظت خاطر وڙهڻ لاءِ تيار هوندا هئا. انهن کي پڻ سلطان محمود قلعي مان نڪري وڃڻ جو حڪم ڪيو ۽ قاضي قادن، جيڪو شيرشاهہ جو شڪرو بڻجي پنهنجي وطن واسين کي مارائڻ لاءِ شاهہ بيگ سان هر وقت ساڻ ۽ صلاحو هوندو هو. ان جي مٿين صلاح کان پوءِ شاهہ بيگ بکر جي چئوگرد ڳوٺن ۾ پنهنجا ماڻهو موڪلي ڏنا. جيڪي اتان جي رهواسين سان رائل مائل ٿي جاسوسي ڪري انهن جي سگهہ ۽ جنگي قوت بابت ڪيس آگاهہ ڪندا هئا. نيٺ هڪ ڏينهن شاهہ بيگ حڪم ڪيو تہ انهن ماڻهن کي قتل ڪيو وڃي. اهڙي طرح بکر پرڳڻي ۾ رت جي راند ڪندي 42 ڳوٺن جو گهيراءُ ڪيو ويو. ٻڍي خواهہ نوجوان، معصوم خواهہ عورت جي تميز جي بغير، سڀني کي پنهنجي تلوار جو بک بڻايو ويو.

حسام الدين راشدي لکي ٿو: فيصلو ڪيائون تہ هن قوم (جتوئي) جي ٻاهہ کي تلوار جي پاڻيءَ سان اجهايو وڃي، جڏهن مقرر ٿيل وقت پهتو. ان وقت سڀني هڪ ٻيري تلوارون مياڻ منجهان ڪڍي مٿن ڪڙڪي پيا ۽ انهيءَ گروهہ جي پڄاڻي آڻي ڇڏيائون. چنانچہ هڪ ئي وقت گهڙي ڪن ۾ بلوچن جي پاڻيٽاڻيهہ ڳوٺن جو صفايو ٿي ويو. (11)

اهڙيءَ طرح قاضي قادن جي صلاح مطابق سنڌ ڌرتيءَ کي ڪنڊن کان صاف سٿرو ڪيو ويو. جن جنگجو قبيلن کان ارغونن کي بغاوت جو خوف رهندو هو. انهن جو قتل عام ڪري باقي بچيل ماڻهن تي هراس پکيڙي کين مايوس ۽ هيٺو ڪري ڇڏيو. هونءَ ته سنڌ واسي مسلسل ڊارين سان معرڪن ۾ پئي رهيا ۽ ان کان پوءِ به ڪنهن حڪمران کي آرام ۽ سڪون سان حڪومت ڪرڻ نه ڏنائون، پر في الحال وقت جي نزاڪت کي ڏسندي هو ناپر ۾ اچي ويا. شاهه بيگ به انهن معرڪن کان آجو ٿي قلعي طرف ڌيان ڏنو ۽ بکر جي قلعي کي نئين سر تعمير ڪرڻ جو حڪم ڏنو. سيدن ۽ ٻين چڱن مڙسن کي قلعي مان ڪڍي، سموري قلعي جي ايراضي ماڻهي پنهنجن اميرن ۾ ورهايائين ۽ کين حڪم ڪيو ته هو هت پنهنجيون حويليون لهرائن ۽ اهڙيءَ طرح اروڙ جو پراڻو قلعو ۽ سمن جون حويليون ڊاهي، انهن جون پڪيون سرون ڪڍي بکر جي قلعي جي تعمير ڪرائي وئي. شاهه بيگ نه رڳو سنڌ جي حڪومت کي هٿ ڪري سنڌي قوم کي غلام بڻايو، پر قديم آثار جيڪي سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جا اهڃاڻ ها، انهن کي ٻڻ تباهه ڪري ڇڏيو ۽ اهڙي طرح سنڌ جا اهي عظيم اهڃاڻ ميسارجي ويا.

شاهه بيگ جڏهن ڏٺو ته سنڌ بلڪل سندس مٺ ۾ اچي وئي آهي، تڏهن گجرات فتح ڪرڻ جي ارادي سان بکر کان روانو ٿيو.

سلطان محمود خان جيئن ته اڃا ناتجربيڪار ۽ انهڙ هو، يا شاهه بيگ کي اهو ڊپ هو ته متان اڳ جيان وري به حريت پسند آزاديءَ لاءِ جدوجهد شروع نه ڪري ڏين، تنهن ڪري بکر قلعي تي مرزا عيسيٰ ترخان کي نائب مقرر ڪيو. سلطان محمود ۽ سندس پيءُ مير فاضل کي پنهنجي لشڪر جو سپهه سالار مقرر ڪيو. جڏهن شاهه بيگ وڏو ڪٽڪ ساڻ ڪيون گجرات ڏانهن پئي ويو، تنهن وقت به رستي سان سنڌي ماڻهن جو ڪوس ڪندو پئي ويو. اٿين راهه ويندڙ بي گناهه قتل ٿيندڙن مان ڪنهن مجبور جي آهه آخرڪار عرش کي لوڏي وڌو ۽ ارغون وحشين جو زوال شروع ٿي ويو. ارغوني لشڪر جڏهن "چاندڪي" علائقي ۾ پهتو ته مير فاضل کي معمولي تپ ٿي پيو تنهن ڪري شاهه بيگ کي ڇڏي هو بکر واپس وريو. جتي ڪيس حساب ڪتاب لاءِ آسماني سڏ ٿيو. مير فاضل جو موت نه رڳو هڪ شخص جو موت هو، پر ارغونن جي سمورن ارادن، خيالن ۽ خوابن جو ٻڻ موت هو. مير فاضل جي موت سبب شاهه بيگ ارغون جي به ڇڻ چيلهه ڀڄي پئي. جو ته اسان ڏسون ٿا ته شاهه بيگ هر جنگ، هر لڙائي ۽ بغاوتي معرڪن ۾ پاڻ کان اڳ مير فاضل کي لشڪر ڏئي پئي موڪليو. جنهن پنهنجي بهادريءَ سبب جڏهن فتح پئي ماڻي ته پوءِ شاهه بيگ پئي اتي پهتو.

ٿن ڏينهن کان پوءِ شاهه بيگ پاڻ به باقي لشڪر سميت بکر پهتو ۽ مير فاضل جي عزيزن سان عذر خواهي ڪئي ۽ اهو چيو:

"مير فاضل جي وفات اسان جي وفات جو پيش خيمو آهي. اسين به پٺيانئس وڃڻ وارا آهيون." (12)

مير فاضل جي موت ڪانپوءِ شاهه بيگ بي دليو ۽ همت هاري ويٺو هو. هن سوچيو ته متان ڏيهي ماڻهو مير فاضل جي موت جو ٻڌي بغاوت لاءِ نه اٿي پون. تنهن ڪري بکر مان پنهنجي پٽ شاهه حسن سميت سيوهڻ طرف روانو ٿيو. شاهه حسن سيوهڻ تائين پهچندي ڪيترائي انسان پنهنجي تلوار جو بک بڻايا. شاهه بيگ پندرنهن ڏينهن سيوهڻ ۾ ترسي بي انداز جنگي ساز سامان ۽ وڏو ڪٽڪ ساڻ ڪري گجرات ڏانهن راهي ٿيو. "اگهم ڪوٽ" ۾ پهچي چام فيروز ۽ سندس لشڪر جو انتظار ڪرڻ لڳو. اتي ئي ڪيس بابر بادشاهه جي "بهيره ۽ خوشاب" تي قبضي جي خبر ملي. جڏهن ته شاهه بيگ اڳ ئي همت هاري ويٺو هو. ويتر جو بابر بادشاهه جي ڪاهي اچڻ جو ٻڌائين ته صدمو سهي نه سگهيو ۽ شاهه بيگ به 22 شعبان 930هه، 26 جون 1524ع ۾ آسماني سفر لاءِ روانو ٿيو.

چنگيزي رسمن تحت شاهه بيگ جي ڪفن دفن جو بندوبست ڪيو ويو. سموري ملڪ مان امير امراء، ننڍا خواه وڏا ڪارندا، قاضي، مفتي ۽ سنڌ جا ڪافي وڏيرا به رسم طور شاهه حسن سان عذر خواهي ڪرڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا. شاهه بيگ جي لاش کي في الحال بکر ۾ دفن ڪيو ويو. ٽن سالن ڪانپوءِ سندس لاش کي کڻي "جنة المعالي" مڪي شريف ۾ دفنايو ويو.

شاهه بيگ جي وفات ڪانپوءِ سڀني اميرن هڪ راءِ ٿي، شاهه حسن جي تاجپوشيءِ جو فيصلو ڪيو. تاجپوشيءِ جو اهو انتظام نصرپور ۾ ڪيو ويو. اتي ئي ڪنهن خوشامدڙي شاهه حسن کي ٻڌايو ته شاهه بيگ جي مرڻ تي ٺٽي ۾ جشن ملهايو ويو آهي ۽ چام فيروز خوشيءِ منجهان نغارا وڄرايا آهن هٿيار ۽ لشڪر گڏ ڪري جنگ جي تياري پيو ڪري. اهڙي خبر ٻڌي ارغون اميرن صلاح ڪئي ته گجرات جي مهم کان اڳ بهتر آهي ته چام فيروز کي سيڪت ڏني وڃي. جنهن کان پوءِ چام فيروز ڏانهن خط لکيو ويو ته :

"اها ڪهڙي انسانيت ۽ شرافت آهي ۽ اها روش ڪيئن اتحاد، آشنائي ۽ اطاعت تصور ڪئي ويندي، جو جيستائين منهنجو پيءُ جيئرو هو، اوهان سان سڀ چڱايون ڪندو آيو. پر جڏهن سندس پساهه پورا ٿيا ته اهي دوست، جيڪي هن دربار سان دلي لاڳاپو رکندا ٿي آيا، تن جا پرڪار ٻڏرا ٿي پيا. جنهن ڪان دل کي وڏو صدمو رسيو آهي. عجب ته انهن جي حال تي اچي ٿو، جيڪي هن خاندان جا خيرخواه هئا ۽ ڏک انهن جو ٿو ٿئي، جيڪي نهايت چڱا ماڻهو هئا. اهي سڀئي هاٿي، هن حادثي کي غنيمت سمجهي ان ملڪ کي، جيڪو اسان رت وهائيندڙ تلوارن جي زور تي هٿ ڪيو، پنهنجي ملڪيت ڄاڻي، اسان کي نظرانداز ڪري رهيا آهن. خير ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي، اڳ به اوهان ڪان ڪيئي بڇڙايون ۽ نادانيون ٿي چڪيون آهن. پوءِ

سياڻي يا پرينءَ ضرور اسان جو وارو اچڻو آهي. جيڪڏهن توهان پاڻيو ٿا تہ منهنجو پيءُ پنهنجي ڪٽيءَ لاءِ پاڻ ذميوار هو تہ اها اوهان جي ڀل آهي. اسان فيصلو ڪري چڪا آهيون تہ خام خيال ماڻهن کي اهڙي سيکت ڏني ويندي جو دنيا ان مان عبرت حاصل ڪندي. سو اوهان کي چتاءُ ٿو ڏجي تہ اڄ نہ سياڻ اسان جا جوان ڪٽڪن جي صورت ۾ مينهن واءُ هڪ ڪري اوهان جهڙن ڪکن ڪانن جي حيثيت رکندڙن تي اچي ڪڙڪو ڪندا." (13)

خط پهچڻ کان پوءِ ڄام فيروز جي دل ۾ وري ڏپ اچي ويٺو. پاڻ ۾ جنگ جي همت نہ ساري پشيمان ۽ وقت سر شاهہ حسن سان عذر خواهي ۽ ٻين رسمن ۾ شامل نہ ٿي سگهڻ جي غلطي محسوس ڪندي، شاهہ حسن ڏانهن حافظ رشيد خوشنويس ۽ قاضي حاجي مفتيءَ کي سوکڙيون پاکڙيون ڏيئي روانو ڪيو ۽ پنهنجي اهڙيءَ روش تي افسوس ۽ عاجزي ڪيائين ۽ اهڙي غلطيءَ لاءِ معافي گهريائين. پر ڄام فيروز جا موڪليل اهي قاصد بہ سندس خيرخواهہ نہ پر دشمن هئا، جن شاهہ حسن کي سموري حقيقي احوال کان واقف ڪري ڇڏيو. ڄام فيروز اهڙين ڪٺن حالتن مان گذرڻ کانپوءِ بہ ملڪ جي واڳ کي مذاق ۽ مسخري سمجهي، محض تحفا تحائف موڪلي، دلجاءِ ڪري ويهي رهيو.

هوڏانهن شاهہ حسن پنهنجي ڪٽڪ سميت ٺٽي جي ويجهو اچي پهتو. شاهہ حسن جي پهچڻ جي خبر ٻڌي ڄام فيروز ٺٽي مان نڪري درياهہ پار ڪري ڀڄي ويو. ارغون لشڪر جڏهن درياهہ ٽپي رهيو هو تہ ڪجهہ سنڌي لشڪر، جنهن جي اڳواڻي ماڻک وزير ۽ شيخ ابراهيم ڪري رهيا هئا. اچي مٿن حملو ڪيو. پر اهي ڪٽي قنڌاري ڪٽڪ سان پڄي پئي سگهيا، اهي سنڌ تان پنهنجي جان گهوري شهيد ٿي ويا. اهڙيءَ طرح شاهہ حسن فاتح بڻجي ٺٽي ۾ داخل ٿيو. ٺٽي ۾ گهرندي، انساني شڪل ۾ هن وحشي درندن، سنڌين مٿان قيامت برپا ڪري ڇڏي.

"مغل" جي ڳورهارين زالن جا ڪچا ٻار پيٽان ڪيرائي، نيزن تي چاڙهي، گهٽين ۾ گهمائيندا، سڄي لوڪ کي ڏيکاري ڏهڪائيندا رهيا. جيڪو سندن سامهون ٿي آيو. تنهن کي بنا ڪنهن پڇا ڳاڇا ۽ قياس جي تلوارن سان ڳيا ڳيا ڪري ٿي ڇڏيائون." (14)

ٺٽي جي عوام جو بي درديءَ سان قتل عام ۽ برباديءَ جو ٻڌي ڄام فيروز ڪڇ ڏانهن هليو ويو. جتان پنجاهہ هزار لشڪر سميت واپس وريو. ڄام فيروز جي اچڻ جو ٻڌي، شاهہ حسن بہ لشڪر تيار ڪري اڳتي وڌيو ۽ ٻنهي ڌرين ۾ "چاچڪان ڳوٺ" لڳ جنگ جو ميدان مچيو. هن جنگ ۾ سنڌي لشڪر "گڏ جيئڻ ۽ مرڻ جو قسم" کڻي گهوڙن تان لهي هڪ ٻئي جي چيلهين سان پٽڪا ٻڌي وڙهيا. جنگ کان پهريان ٻنهي ڌرين ۾ اهو طئہ ٿيو هو تہ، ٻئي ڌريون گهوڙن تان لهي جنگ ڪنديون، پر ارغون لشڪر دوکو ڪندي گهوڙن تي ئي ميدان ۾ ڪاهي پيو. تنهن

هوندي بہ سنڌي لشڪر جرئت ۽ بهادري جو مظاهرو ڪندي اهڙو وڙهيو، جو ارغون لشڪر همت هاري ويٺو ۽ شاهہ حسن ٻڙ ڀڄڻ لاءِ گهوڙي کي هڪليو.

بيگلار ڪيس چيو تہ، "هيئنر هڪ گهڙي بہ توکي ڀڄڻ نہ ڏيندس، ڇاڪاڻ جو تنهنجي سپاهين جي نظر تو ۾ آهي. تون هڪڙو منٽ بہ انهن جي نظرن کان غائب ٿيندين تہ هو بي دلا ٿي پوندا ۽ جنگ ۾ وڏو رولو پئجي ويندو." (15)

پنهنجي امير جي ٽوڪ سبب شاهہ حسن رڪجي ويو ۽ سنڌي لشڪر بہ پيادي هجڻ سبب تمام گهڻو شهيد ٿي ويو. تاريخن ۾ اچي ٿو تہ ان جنگ ۾ پنهي ڌرين جا ويهہ هزار ماڻهو موت جو شڪار ٿيا. صبح کان وٺي شام تائين مسلسل ڏوبدو جنگ هلندي رهي. نيٺ ڄام فيروز هار کائي گجرات ڏانهن ڀڄي ويو، جتي هو همايون جي لشڪر هٿان 1541ع ۾ ماريو ويو. اهڙي طرح سنڌ تي مڪمل طرح ارغون ۽ ترخان قابض ٿيجي ويا.

شاهہ حسن جي دؤر حڪومت ۾ ٻڻ سنڌ ۾ انتشار، بدامني ۽ ڦرلٽ جاري رهي. هن بہ حڪومت جون واڳون وٺڻ کان پوءِ عام خلق جي فلاح ۽ بهبود طرف ڌيان ڏيڻ بجاءِ مختلف قلعن جي فتح ڏانهن رخ رکيو. هونءَ ٿيڻ تہ ايئن گهربو هو تہ ارغون جهڙيءَ طرح پنهنجي وطن کي وساري مڪمل طرح سنڌ ۾ رهائش پذير ٿي چڪا هئا، انهن جو مرڻ جيئڻ سنڌ سان لاڳاپيل هو، تنهن ڪري انهن کي هتي امن امان خاطر ڪي اپاءَ وٺڻ گهرجن ها. عوام جي ذهن مان نفرت ۽ ڌاريائپ جو احساس ڪڍي، پنهنجائپ ۽ پيار ڀريو جذبو جاڳائڻ لاءِ، سرڪاري ڍلن ۽ ٻين انتظامي ڪمن ڪارين ۾ سهولتون فراهم ڪرڻ گهرجن ها. زرعي سڌارا آڻي هارين لاءِ سهولتون مهيا ڪري زراعت کي ترقي وٺرائڻ ها. امير توڙي غريب ڏيهي توڙي پرڏيهين لاءِ ساڳيو قانون جوڙي، عدل ۽ انصاف سستو ۽ سولو بڻايو وڃي ها. غريب ۽ بي ڏوهيءَ جي دلجوئي ڪندي رحمدل ۽ انصاف پسند ڪارندا مقرر ڪيا وڃن ها. پر شاهہ حسن انهن سمورين ڳالهين کي ڇڏي ڀيءَ جيان هر مسئلي جو حل تلوار جي تيز ۽ تکي ڌار ۾ ڄاتو. جنهن سان نہ رڳو ڦرلٽ ۽ غارتگريءَ کي هٿي ملي، پر عوام بہ جيڪو اڳيئي حڪومتي مشينريءَ مان تنگ ۽ بيزار ٿي چڪو هو، تنهن موقعو ملندي بغاوت جو نعرو هڻڻ ۾ ويرم ئي ڪا نہ ٿي ڪئي. ڄام فيروز کي سنڌ مان تڙي، اڃا ڪجهہ وقت مس ٿانيڪو ٿيو تہ اباوڙي ۾ "پتي واهڻ" جي ڏاهرين ۽ ماڇين، "رحمو ڏهر" جي اڳواڻيءَ ۾ مهرن سان اڃائڻ شروع ڪيو. اهي مهر حڪومت سان لاڳاپيل هئا. جيڪي شاهہ حسن وٽ دانهين ٿيجي آيا. رحمو ڏهر جي ان بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ شاهہ حسن، مير فاضل جي پٽ "بابا احمد" کي وڏو لشڪر ڏيئي روانو ڪيو.

رحموءَ سيوراءِ قلعي جي بلوچ قبيلن کي بہ حڪومت خلاف ڀڙڪائي پاڻ سان شامل ڪري ننڍي پيماني تي لشڪر تيار ڪري ورتو. ان اتحاد جي جڏهن شاهہ

حسن کي سڌ پئي تہ هن هڪ ٻيو دستو بہ بابا احمد جي مدد لاءِ روانو ڪيو، جن گڏجي ڏاهرين ۽ ماڇين جو قتل عام ڪيو ۽ ڪافي ماڻهو گرفتار ڪيا. جن کان ڏنڊ طور سڱ ۽ ڏوڪڙ وٺي ڪين آزاد ڪري ٻڪر موٽي آيو.

رحمو ڏهر پوءِ بہ پنهنجي ڪرت ۾ مشغول رهيو. ان علائقي ۾ شاهہ حسن پنهنجا اَٺ مهرن وٽ چارڻ لاءِ ڇڏيا هئا. جيڪي پڻ رحمو ڏهر سيوراءِ جي بلوچن ۽ جتن جي مدد سان ڪاهي ويو. شاهہ حسن کي جڏهن پنهنجي اٺن جي ڦرجي وڃڻ جي خبر پئي تہ هن وري بہ بابا احمد کي ٽي سئو سپاهي ڏيئي بلوچن ۽ جتن تي چاڙهي موڪليو. بابا احمد جي ڪاهي اچڻ جو ٻڌي رحمو ڏهر لشڪر سميت مٿس حملو ڪيو، ان ويڙهہ ۾ بابا احمد زخمي ٿي پيو ۽ مقابلي جو ست نہ ساري ماٺيلي ڏانهن ڀڄو، ان تي رحمو ڏهر جي خوف ايتري تہ دهشت پيدا ڪئي جو رستي ۾ گهوڙي تان ڪري پيو ۽ ساهہ نڪري ويس.

بابا احمد جي موت جو ٻڌي سندس ڀاءُ مير عبدالفتاح ۽ مير قاسم، وڏو لشڪر وٺي رحمو ڏهر تي حملي آور ٿيا. هن لڙائيءَ ۾ ٻنهي ڌرين جا ڪافي ماڻهو مارجي ويا، آخرڪار صلح ٿيو. جنهن ۾ اهو طئہ ٿيو تہ، "پتي واهڻ سنڌ جو دنگ آهي، ان کان هيٺ سڄو ملڪ مرزا حسن جو ليکبو، ان کان مٿي مرزا شاهہ حسن جو واسطو ڪونهي." (16)

ان ٺاهہ کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ وري بہ بلوچ اٻاوڙي مان چوپايو مال ڪاهي ويا، جنهن جي موٽائڻ لاءِ مير عبدالفتاح هشيار ڪٽي نڪتو، پر سخت گرميءَ سبب رستي ۾ ئي مري ويو. محمد صديق مسافر لکي ٿو:

"هڪڙي رات اطلاع مليس تہ اوباوڙي ۾ جيڪو بہ چوپايو مال هو، اهو بلوچ ڪاهي ويا. صبوح جو مير عبدالفتاح هشيار ڊڪي تيار ٿي جنگ لاءِ گهر مان نڪتو، گرمي تمام سخت هئي، تنهن ڪري جهولو لڳي ويس ۽ گهر موٽي اچڻ کان اڳ رحلت ڪيائين." (17)

ڪنهن جنگجو جوان لاءِ صبح جي پهر جو جهولو موت جو سبب بڻجي اها ڳالهہ سمجهہ کان ٻاهر آهي. ائين ٿي سگهي ٿو تہ، رحمو ڏهر، ميرعبدالفتاح تي اوچتو حملو ڪري کيس ماري وڌو هجي، ڇو تہ رحمو ڏهر ان علائقي ۾ اڃا بہ پنهنجين سرگرمين ۾ مصروف هو. خير انهن ٻنهي واقعن کانپوءِ شاهہ حسن ملتان تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ اميرن سان صلاح ڪئي. آخرڪار ٻن سالن جي مسافريءَ کي سامهون رکي، ان مطابق جنگي سامان ساڻ ڪري شاهہ حسن ملتان ڏانهن راهي ٿيو. ملتان تائين پهچندي پهچندي هن رت جا درياهہ وهائي ڇڏيا. ڦرلٽ، قتل، غارتگري ۽ مار ڌاڙ ڪانسواءِ سندس زبان مان ٻي ڪا واڻي ئي ڪانہ ٿي نڪتي. هن جو پهريون شڪار سيوراءِ جو قلعو بڻيو، جتان جي رهواسين رحمو ڏهر جي پوئلڳيءَ ۾ شاهہ حسن جي ڪنهن بہ عملدار کي خير سان واپس ڪونہ ٿي ڇڏيو. اتان جي ماڻهن

تي سلطان محمود خان (جنهن جا ٻه پائر هتان جي سنڌي سرويچن جي هٿان ماريا ويا هئا) تمام گهڻو ڪاوڙيل هو. تنهن بيدرديءَ سان قتل عام ڪيو. لڳ ڀڳ ٻه سئو ٽيهه انسانن کي شهيد ڪيو ۽ سيوراهه جي قلعي کي باغين جي پناهه گاهه ڪري صفا ڊاهي، زمين برابر ڪيو ويو. تاريخون لکن ٿيون ته هي قلعو ٻين قلعن جي ڀيٽ ۾ وڏيڪ مضبوط ۽ بلند هو.

ان ڪانپوءِ "مٺو" قلعي جو وارو آيو، جتي رحمو ڌهر پڻ رهندو هو. شيخ حماد قريشيءَ جي پٽ روح الله، شاهه حسن کي ڇانوڻيءَ ۾ اچي قلعي ۾ رهندڙن بابت سموري احوال کان واقف ڪيو. جنهن کان پوءِ مسڪين ترخان ڪجهه لشڪر ساڻ ڪري قلعي ۾ داخل ٿي ماڻهن کي گرفتار ڪري ورتو. شاهه حسن ڪجهه ڏينهن کان پوءِ قلعي ۾ داخل ٿي، بزرگن جي مزارن جي زيارت ڪئي ۽ مٺو قلعي جي پيرن کان انجام ورتائين ته اچ کانپوءِ منهنجن ماڻهن کي هيڏانهن اچ وڃ ۾ ڪابه تڪليف نه ڏني ويندي، ان ڪانپوءِ پير روح الله، رحمو ڌهر جي شاهه حسن اڳيان سفارش ڪئي ته هو سيني غلطين بابت معافي گهري ٿو. اهڙيءَ طرح رحمو ڌهر کي گهرائي سلطان محمود سان ٺاهه ڪرايو ويو.

مٺو قلعي کان پوءِ شاهه حسن "اُچ" تي چڙهائي ڪئي. جنگ کان پهريان مرزا شاهه حسن لشڪر کي مختلف حصن ۾ ورهائي، انهن جا مختلف سپهه سالار مقرر ڪيا. اُچ جي قلعي جا محافظ لانگاهه به ٺهي سنبري جنگ جي ميدان تي پهتا. پنهي ڌرين ۾ جنگ لڳي، شهزادو بهلول لانگاهه پنهنجي ڪافي لشڪر سميت مارجي ويو. قلعي وارن قلعي بند ٿي ويڙهه جاري رکي. شاهه حسن ٻيو ڪو چارو نه ڏسي حڪم ڪيو ته لانگاهن جا سر ڌڙن کان ڌار ڪري نيزن ۾ ٽنگي قلعي وارن کي ڏيکاريا وڃن.

"اوچتو سردارن جا سر نيزن تي چاڙهي اپا ڪري انهن ماڻهن کي ڏيکارياٿون، جيڪي اهو حال ڏسي هڪدم قلعي جي برجن ۽ پتين تان ٽپا ڏيئي جان بچائي ڀڄي ويا. ليڪن حڪم موجب لشڪر کي اُچ جي ماڻهن مان جيڪو به هٿ ٿي آيو، تنهن کي قتل ٿي ڪياٿون ۽ شهر جي ماڻهن کي لٽياٿون." (18)

اُچ شهر کي ارغون لشڪر نيست نابود ڪري ڇڏيو. نه رڳو قلعي کي ڊاهيو ويو پر اتان جي اميرن جي محلاتن کي پڻ ڊاهي پٽ ڪيو ويو. ايڏو قتل، غارت ۽ ظلم ڏسي اُچ جا بزرگ گڏجي شاهه حسن وٽ امير بڻجي آيا، جن ڪيس رحم جي اپيل ڪئي، جنهن کان پوءِ هن وحشي جيو رحم دليءَ جو مظاهرو ڪندي اُچ جي بي ڏوهه انسانن جو قتل عام بند ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

اُچ جو قلعو جيئڻ نه ملتان جي فتح لاءِ هڪ قسم جو دروازو هو. تنهن ڪري شاهه حسن پنهنجي سموري طاقت ۽ ظلم جو مظاهرو ڪندي اُچ جي قلعي کي برباد ۽ تباهه ڪرڻ لازم پئي ڄاتو. ظلم جو هر حربو، استعمال ڪندي انسانيت جون

حدون اورانگهي ويو. پنهنجي وحشت جي ڌاڪ ڄمائڻ خاطر پنهنجي بابي چنگيز کي بہ مات ڏيڻ جي ڪوشش ڪيائين.

اُچ جي قلعي ۾ انساني ڪوس جي خبر جڏهن ملتان پهتي تہ سلطان محمود لانگاهہ سموري رياست مان لشڪر گڏ ڪرڻ شروع ڪيو. لڳ ڀڳ اسي هزار لشڪر تيار ڪري، شاهہ حسن جي مقابلي لاءِ ملتان مان نڪري پيو.

چوندا آهن تہ، "بندي جي من ۾ هڪڙي ۽ الله جي من ۾ ٻي." قدرت کي ايا ڪجهہ ٻيو ئي منظور هو. ٿيو ايئن تہ شيخ شجاع بخاري، جيڪوسلطان محمود لانگاهہ جو نائي هو، ان ۽ سلطان ۾ ڪجهہ اختلاف ٿي پيا، جنهن سبب شيخ شجاع، سلطان کي زهر ڏيئي ماري ڇڏيو. ان راز کي لڪائڻ لاءِ ڪافي ڪوششو ڪيون ويون، پر سلطان جي موت جو راز لشڪر کان لڪي نہ سگهيو ۽ سلطان جي اوچتي موت جي ڪري لشڪر ۾ ڏڦيڙ پئجي ويو. لانگاهن سلطان محمود جي پٽ سلطان حسين کي حڪومت جي تخت تي ويهارو. شاهہ حسن سان ٺاهہ ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو نہ ڏسي حضرت مخدوم شيخ بهاوالدين کي ٺاهہ لاءِ وچ ۾ آندائون. جنهن شاهہ حسن جي ڇانوڻيءَ ۾ وڃي ساڻس ملاقات ڪئي ۽ ٻنهن ڌرين ۾ صلح ڪرايو.

جنهن کان پوءِ شاهہ حسن اُچ موٽي آيو ۽ اتي نئين سر قلعو تعمير ڪرايائين. اچ ۾ ئي سلطان محمود لانگاهہ جي هڪ ملازم اقبال خان پنهنجي نئين سربراهہ سلطان حسين کي ڇڏي شاهہ حسن جي خدمت ۾ حاضري ڀري. شاهہ حسن سندس تمام گهڻي دلجوئي ڪئي، ڌاريي حڪمران وٽ ايتري اهميت ۽ قدر ڏسي اقبال خان ڪرڙ جو ويري ٻڌجي ويو ۽ شاهہ حسن کي پنهنجن سمورن رازن کان واقف ڪيائين ۽ لانگاهن جي پوريل خزاني جو ڏس ڏيندي ڪيس دلاور قلعي جي فتح لاءِ اتساهيو. شاهہ حسن بہ دولت حاصل ڪرڻ خاطر لشڪر سميت اوڏانهن راهي ٿيو ۽ وڙهي سڙهي قلعي تي فتح ماڻي. ڪافي ماڻهو قتل ۽ ڪافي گرفتار ڪيائين. بي انداز سون ۽ چاندي هٿ ڪري پنهنجي لشڪر ۾ ورهايائين. دلاور قلعي ۽ ٻيءَ ڦرلٽ ۾ ايتري دولت هٿ ڪيائين جو بکر پهچي ارغون لشڪر پندرنهن ڏينهن خوشيءَ جون مجلسون مچايون ۽ عيش عشرت ۾ گذاريا.

سلطان محمود جي مرڻ ڪانپوءِ ملتان رياست ۾ بدامني، بي آرامي ۽ انتشار جو دور شروع ٿي ويو. سلطان حسين ننڍي عمر جو هجڻ سبب ملڪي انتظام کان پري، سارو ڏينهن حويليءَ ۾ عورتن سان راند روند ۽ عياشيءَ ۾ مشغول رهيو. جنهن جي ڪري امير امراءُ ۽ پهچ وارا ماڻهو خاني خان ٻڌجي ويا ۽ سڀ ڪنهن پاڻ کي سير پئي سمجهيو. لنگر خان (جيو وڃي ٿو تہ شجاع الملڪ. لنگر خان هٿان سلطان محمود کي زهر ڏياريو هو) شاهہ حسن اڳيان سرخرو ٿيڻ خاطر ملتان رياست جي افراتفريءَ ۽ ناڪام حڪمران بابت چاڻ ڏيندي ملتان تي حملي جي

دعوت ڏني. سلطان حسين جي ڪمزورين ۽ عوام جي حڪمران طبقي کان نفرت جو ٻڌي شاهه حسن ملتان تي ڪاهه ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

ارغون لشڪر ٻن حصن ۾ روانو ٿيو. پهريون لشڪر مسڪين خان ترخان جي نگرانيءَ ۾ موڪليو ۽ ٻيو لشڪر شاهه حسن پنهنجي هٿ هيٺ رکيو ۽ مسڪين خان جي پٺيان پٺيان روانو ٿيو. شاهه حسن جي ڪاهه جو ٻڌي لانگاهن شيخ اسماعيل قريشيءَ کي صلح ۽ اطاعت قبولڻ بابت قاصد ڪري موڪليو. جيڪو مٿو جي قلعي ۾ اچي شاهه حسن سان مليو. هن کي لانگاهن جي ڪمزوريءَ جي پڪ هئي، تنهن ڪري هن صلح ۽ ناهه جي پيغام کي ٺڪرائي جنگ جو اعلان ڪيو ۽ لشڪر کي اڳتي وڌڻ جو حڪم ڏنو. ملتاني قلعي بند ٿي ويهي رهيا ۽ شاهه حسن به چڙ نه موٽڻ جو نالو وساري آيو هو. هن قلعي جو هڪ سال تائين گهيراءُ جاري رکيو. ان وچ ۾ هر روز جنگ جون جهڙپون هلنديون پئي رهيون. ٻاهر جا رستا بند هجڻ ڪري ڏڪار اچي منهن ڪڍيو. ماڻهو بک ۾ بي حال ٿي پيا، ان جي داڻي خاطر هڪ ٻئي کي ماري ٿي ڇڏيائون. مير معصوم لکي ٿو؛

"اڪثر ماڻهو ڍڳن جي کلن تي گذران ڪرڻ لڳا. جيڪا کائڻ جي لائق نه هوندي هئي. جيڪڏهن ڪو ڪتو يا ٻلو هٿ اچي ٿي وين نه ان جو گوشت حلوي ۽ ڇيلي وانگيان ٿي کاڌائون." (19)

هڪ سال جي مسلسل مارا ماريءَ ۽ قتل غارت مان ملتان واسي تنگ ٿي پيا. آخرڪار قلعي جا دروازا کولي ارغون لشڪر تي ماڪڙ جيان حملو ڪري ڏنائون. ان اوچتو ٻاهر نڪري وار ڪرڻ سبب ارغونن کي تمام گهڻو نقصان رسيو ۽ ڪيترائي سپاهي هڪ پل ۾ مارجي ويا ۽ لانگاهه وري قلعي بند ٿي ويا. نيٺ لوهاري دروازو ٻڃي ارغون لشڪر شهر ۾ ڪاهي پيو. ڦرلٽ جي بازار مچي وئي. عورتن خواهه معصوم ٻارن کي سواءِ ڪنهن ڪهل ۽ قياس جي تلوارن جو بک بڻايو ويو. مسجد توڙي بزرگن جي درگاهن ۾ پناهه وٺندڙن جو پڻ ڪوس ڪيو ويو. هن قتل عام جي باري ۾ مير معصوم لکي ٿو؛

"لانگاهه ۽ ملتان جو لشڪر گهڻو ڪري انهيءَ قتل عام ۾ ڪسي ويو ۽ انهيءَ ڦرلٽ ۾ قيمتي جواهر ۽ بي انداز خزانو مغل لشڪر کي هٿ لڳو. تنهن کان پوءِ وچي مرزا شاهه حسن جي ڪاوڙ لٿي ۽ باقي بچيل رعيت تي رحم فرمائي حڪم ڪيائين ته ڪٺلن کي رستي مان ڪٽي کڏن ۾ دفن ڪيو وڃي ۽ ٻي ڪنهن به مخلوق سان ڪوس نه ڪئي وڃي." (20)

ملتان تي قبضو ڪري سندس سموري مٽي مالي کي ڦري پنهنجن خزانن کي پريو ويو. شاهه حسن ذمه ٻارنهن ڏينهن ملتان ۾ رهي باقي اميرن کان، جيڪي سندس تلوار جي وار کان بچي ويا هئا. تن جو اچا به چڙو ٻڌجي رت چوسڻ لاءِ متن ڏنو وڌو ۽ رهيو کهيو ست ڪڍي ورتو. مطلب ته ارڪوترڪو ساڻ ڪري ملتان تي

خواجه شمس الدين کي گورنر مقرر ڪري ۽ لنگر خان کي ان جو پاڻهن پيلي مقرر ڪري پاڻ بکر ڏانهن واڳ ورائي.

شاهه بيگ جي وفات کانپوءِ جام فيروز جي بغاوت سبب شاهه حسن جڏهن ٺٽي تي حملو ڪيو هو ته جام فيروز ڪڇ ڏانهن ڀڄي ويو هو ۽ اتان راءِ کنگهار جي پاءُ امر امراء جي اڳواڻيءِ ۾ پنجاهه هزار لشڪر ساڻ ڪري واپس وريو هو ۽ چاچکان ڳوٺ جي پرسان ٻنهين لشڪرن ۾ مقابلو ٿيو هو. ان جنگ ۾ "امر امراء" وڏي بهادريءَ ۽ جرئت جا جوهر ڏيکاريا هئا ۽ آخرڪار ارغونن هٿان سر وڍائي سرهو ٿيو هو.

راءِ کنگهار کي جڏهن اها خبر پئي ته شاهه حسن ملتان کي به فتح ڪري پنهنجي قبضي هيٺ آندو آهي، تڏهن راءِ کنگهار کي به ڊپ اچي ورايو ته هاڻي شاهه حسن پڪ ڪڇ جي خودمختيار حڪومت تي به وار ڪندو. تنهنڪري راءِ کنگهار پنهنجي پاءُ جي پلاند جو بهانو بڻائي، ٺٽي جي عملدارن ڏانهن ڪاهي اچڻ جو پيغام موڪليو. جن سواءِ ڪنهن دير ڪرڻ جي شاهه حسن ڏانهن احوال لکي موڪليو. شاهه حسن جيئن ئي بکر پهتو ته ٺٽي جي عملدارن پاران موڪليل قاصد به اچي وٽس پهتو، جنهن سموري احوال کان ڪيس واقف ڪيو. جنهنڪري شاهه حسن تڪڙو تڪڙو ٺٽي اچي رسيو. ٺٽي ۾ وري راءِ کنگهار جو ٻيو قاصد اچي پهتو ته:

"منهنجي پاءُ امر امراء کي اوهان قتل ڪيو هو، ان جي خون جي بدلي وٺڻ لاءِ منهنجا ماڻهو مون تي زور رکي رهيا آهن. هيترو وقت اوهان ملتان ڏي هئا، تنهن ڪري اوهان جي پرپٺ اسان کي اوهان جن ٻارن ٻچن تي ڪاهه ڪرڻ مناسب نظر نه آيو. هاڻي يا اسان سان صلح ڪري، سنڌ ملڪ جو ڪجهه حصو اسان کي ڏي، يا ته جنگ لاءِ تيار رهه اسين اچون ٿا." (21)

راءِ کنگهار جي اچڻ کان اڳ مرزا شاهه حسن وڏو ڪٽڪ ساڻ ڪري ڪڇ تي ڪاهي آيو. سنڌ جي حد کان ٻاهر نڪري ارغون لشڪر ٽيئن حصن ۾ ورهايو ويو. هڪ حصي تي سلطان محمود مقرر ٿيو ٻئي حصي تي امير فرخ. ٽئين حصي تي مرزا عيسيٰ ۽ مير عليڪ ۽ چوٿون حصو مرزا شاهه حسن پاڻ ساڻ رکيو. راءِ کنگهار جي جاسوسن شاهه حسن جو لشڪر ڏسي ڪيس رپورٽ ڏني ته شاهه حسن تمام ٿورڙي لشڪر سان ڪاهيندو ٿو اچي. راءِ کنگهار به ان موقعي کي غنيمت سمجهي سواءِ سوچ ويچار جي، شاهه حسن جي اڳيان اچي سامهون ٿيو. هوڏانهن سلطان محمود کي اها سڌ پئي ته راءِ کنگهار جو لشڪر شاهه حسن جي لشڪر ڏانهن پئي ويو، تنهن تي هن باقي لشڪرن ڏي قاصد موڪلي راءِ کنگهار جي لشڪر جو چوڌاري گهيراءُ ڪري ورتو. اوچتو چئني پاسن کان ارغون لشڪر ڏسي ڪڇي لشڪر حيران ٿي ويو. جنهن جي ڪري جنگ جو ميدان ملهائڻ کان سواءِ ڀڄڻ

شروع ڪيو ۽ راء ڪنگهار بہ پنهنجي جان بچائي ڀڄي ويو ۽ جنگ جي سگهہ نہ سارِي چڱا مڙس وچ ۾ آڻي سالیانو ڏن ڏيڻ جو واعدو ڪيو ۽ ڏنڊ طور پنجتيهہ هزار شاهہ حسن کي پندرنهن هزار سلطان محمود کي ڀري ڏنا. راء ڪنگهار جيڪا پنهنجي پيغام ۾ سورهيائي ۽ بهادري ڏيکاري هئي، اها ارغونن جي چالاڪيءَ اڳيان مات کائي وئي ۽ هڪ ئي وار سان راء ڪنگهار جا چيهہ ئي ڇڄي پيا. سنڌ جو ڪجهہ حصو تہ ڀري جي ڳالهہ. ۾ ويتر هڙان ڏيئي جان آجي ڪرائڻي پئجي ويس. شاهہ حسن بہ چار ڏينهن ڪڇ جي علائقي ۾ رهي واپس ٺٽي آيو ۽ سلطان محمود کي بکر جو گورنر مقرر ڪري بکر ڏانهن روانو ڪيو.

انهن ڏينهن ۾ همايون بادشاهہ افغاني اڻ ٻٽت ۽ گهرو ويڙهہ سبب سنڌ اچي پهتو. مرزا شاهہ حسن معزول بادشاهہ جو خاطر خواهہ آدر ڀاءُ ڪرڻ بجاء پنهنجي شاطر ذهن کان ڪم وٺندي همايون کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ گهات گهڙيندو رهيو. شاهہ حسن کي ڊپ هو تہ متان همايون سنڌ تي قبضو ڪري ويهي نہ رهي، جيڪو هن پنهنجين تلوارن جي زور تي هزارين انسانن جو رت وهائي قبضي هيٺ آندو هو. پنهنجي چڱن مڙسي بچائڻ لاءِ هي انسانيت جون حدون اورانگهي وحشي بڻجي چڪو هو. هن جو دين ايمان صرف ۽ صرف حڪمراني ئي هو ۽ جنهن جي بچائڻ خاطر هن ڪنهن ڪريل ۽ نيچ حرڪت ڪرڻ کان بہ ڪونہ ٿي ڪيٻايو. گلبدن بيگم لکي ٿي؛

"آخر بادشاهہ، مير سمندر کي شاهہ حسن ڏانهن موڪلي چورايو تہ ضرورت آهہ، اسان تنهنجي حڪومت ۾ آيا آهيون. تنهنجو ملڪ توکي مبارڪ هجي، اسان ان ۾ مداخلت ڪرڻ نٿا گهرون. هڪ دفعو تون پاڻ اسان وٽ اچ جيڪو ڪجهہ ضروري سمجهين، اها خدمت بجا آڻ. اسان کي گجرات وڃڻ جو ارادو آهي. تنهنجو علائقو تو وٽ رهندو. شاهہ حسن ڪجهہ وقت بهانا ڪندو رهيو ۽ پنج مهينا بادشاهہ کي ان ئي باغ ۾ رهايون ويٺو رهيو. پوءِ هڪ قاصد هتان بادشاهہ ڏانهن نياپو موڪلي عرض ڪيائين تہ مان پنهنجي ڌيءُ جي شادي توهان سان ڪرائڻ تو گهران، جنهن جو سامان گڏ ٿئي تہ پوءِ اوهان جي خدمت ۾ موڪلي ڏيندس ۽ پاڻ بہ اچي حاضري ڀريندس." (22)

اها هئي شاهہ حسن جي جنگي حڪمت عملي، جنهن کي اسان جون تاريخون وڏو بهادر، جرئتمند ۽ شريف انسان ڪري پيش ڪري رهيون آهن. اهڙيءَ طرح شاهہ حسن پنهنجي ان صلاحيت کان ڪم وٺندي همايون کي پيا بہ ٽي مهينا ترسائي رکيو. ان وچ ۾ شاهہ حسن، مرزا يادگار ناصر، جنهن کي همايون بکر ڇڏڻ وقت اتان جو قائم مقام مقرر ڪيو هو. ان سان لهہ وچڙ ۾ اچي همايون خلاف ڀڙڪائڻ لڳو ۽ وري ان کي بہ ا سائي ڌيءُ جي سڱ ڏيڻ جو آسرو ڏيندي پيغام موڪليائين: "جيڪڏهن تون همـ کي بکر مان ڀڄائي ڪيندين تہ آءٌ بکر

حوالي ڪرڻ ڪانسواءِ پنهنجي ڌيءَ جو نڪاح به توسان ڪرائيندس." (23)

مطلب ته مرزا شاهه حسن همايون بادشاهه کي سنڌ مان ڪڍڻ لاءِ هر حربو ۽ حيلو هلايو. همايون جو لشڪر بک ۽ بدحاليءَ سبب ڪيسٻڏينڊو رهيو. جن مان ڪن شاهه حسن وٽ پناهه ٿي ورتي ته ڪن کي هن گرفتار ڪرائي ٻيڙين ۾ چاڙهي سمنڊ ۾ ٻڏي گم ڪيو. اهڙيءَ طرح لڳ ڀڳ ڏهه هزار انسان سمنڊ ۾ ٻوڙيا ويا.

نيٺ شاهه حسن ۽ همايون ۾ صلح ٿيو، جنهن ۾ طئه ٿيو ته همايون بغير ڪنهن ڦرلٽ ۽ غارتگريءَ جي، سنڌ مان هليو وڃي ۽ سفر جي مشڪلاتن پٽاندڙ شاهه حسن کيس ڪجهه ڪاڏ خوراڪ ۽ سواريءَ لاءِ اُٺ ڏنا. شاهه حسن آخري وار ڪندي همايون کي اهڙا ٿي سئو اُٺ ڏنا، جن تي سواري ڪرڻ ته پري جي ڳالهه رهي، پر انهن اڻ انسانن کي ڏسي تاهه پٽي ڪاڏو، اهي سڀ جنگلي اٺ هئا. جن جو ڪڏهن به انسانن سان پالهو ئي ڪونه پيو هوا جنهن جي ڪري همايون جو ڪافي لشڪر ڇڙوڇڙ ٿي ويو.

نيٺ شاهه حسن جيئن تيئن ڪري همايون کي سنڌ مان نڪري وڃڻ تي مجبور ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح 1543ع ۾ همايون قنڌار ڏانهن هليو ويو.

همايون مان آجو ٿيڻ سبب هن رهزن ڏاڍيون خوشيون ملهايون جنهن مال ملڪيت خاطر هن انسانيت جون حدون اورانگهي هزارن نه پر لکن انسانن جو رت وهايو. هزارين ابهم ٻارڙن جي مٿي تان شفقت ڀريا هٿ کسي ورتا. هزارين سهاڳڻين جا هٿ مينديءَ بجاءِ مڙسن جي رت سان رڱيا ۽ هزارين بي سهارا پوڙهين مائرن جا ڪونڌر پٽ شهيد ڪرايا. ان جي ملڪيت جو ڪوبه والي ۽ وارث پيدا ڪونه ٿيو. رڳو هڪ ئي ڌيءَ هئس، جيڪا سياسي رشوت طور ڪڏهن همايون کي ته ڪڏهن مرزا يادگار ناصر کي پيش آڇيائين. جيڪا آخرڪار قنڌار جي حڪمران مرزا ڪامران جي نڪاح ۾ آئي.

ايڏي ظلم ۽ ستمگريءَ جي سزا کيس هن جهان ۾ ئي ملي. پڇاڙيءَ ۾ هو اڌرنگ جو مريض ٿي هڪ هنڌ پيو رهيو. ان بيماريءَ سبب هڪ سنڌي فرد "عربي گاهي" کي نگران مقرر ڪيو، جنهن سبب ارغونن ۽ ترخانن ۾ انتشار ڦهلجي ويو. هر ڪنهن پاڻ کي خاني خان پيش پانئيو. سمورا امير امراءَ شاهه حسن کان بيزار ٿي ويا. بکر ۾ گو مير لطفي ۽ مير ملڪ محمد پاڻ ۾ ورهائي ڪنيون. بکر جي هڪ ٻئي امير مير شاهه محمود بيگلار، جنهن کي ارغونن ۽ ترخانن جي پڻ حمايت حاصل هئي، تنهن سنڌين ۽ بلوچن جو لشڪر گڏ ڪري پنهنجي خودمختياريءَ لاءِ ڪوشش شروع ڪري ڏني. جنهن کي سلطان محمود خان گرفتار ڪري، مرزا شاهه حسن ڏانهن سن موڪلي ڏنو. هوڏانهن ٺٽي ۾ مرزا عيسيٰ ترخان جي اڳواڻيءَ ۾ پنهنجن ئي ارغونن ۽ ترخانن بغاوت جو اعلان ڪيو.

مرزا شاهه حسن کي جڏهن ٺٽي جي بغاوت جي سڌ پئي ته ان مير محمود شاهه

ڪي (جيڪو پڻ بغاوت ڪرڻ جي جرم ۾ وٺس گرفتار ٿيل هو) لٽي جي گورنري،
جو پروانو ڏيئي، اتي امن امان لاءِ روانو ڪيو. جنهن لٽي ۾ پهچي مرزا عيسيٰ
ترخان جي بعيت ڪئي ۽ ان جو تابعدار بڻجي ويو. آخرڪار شاهه حسن، سلطان
محمود کي گهرائي، جنگ ڪرڻ لاءِ پاڻ کي ڏوليءَ ۾ ڪٽائي لٽي ڏانهن راهي ٿيو. ان
جنگ ۾ پنهين طرفن کان ڏاريا ئي پٽي قتل ٿيا. سنڌين لاءِ هي موقعو خدائي نعمت
کان گهٽ ڪونہ هو. جن پنهنجا سمورا پلئہ ۽ پلاند وٺڻ خاطر ان نفرت کي اجا بہ
وڌيڪ ڀڙڪايو ۽ پنهين ڌرين سان رلي ملي ويا. ان کان اڳ رڳو سنڌ واسين جا
لاش رستن ۽ گهٽين ۾ بي وارث پيا هوندا هئا. يا صرف سنڌين جون جيئري کلون
لهرائي بھ ڀان ڀريون ويندبون هيون ۽ انهن جون ئي سسيون ڌڙن کان ڌار ڪري
نيزن تي چاڙهيون ويندبون هيون. پر هن جنگ ۾ ارغونن ۽ ترخانن سان بہ ساڳي
طرح جٽيون ڪيون ويون. پنهين طرفن کان پنهنجن جا لاش ڏسي ۽ پنهنجن ئي
گهرن ۾ پتڪو ۽ روج راڙو پڌي، هڪ رات ڳجهہ ڳوهہ ۾ سلطان محمود ۽ مرزا
عيسيٰ ترخان پاڻ ۾ ناهہ ڪري ورتو. جيستائين اهو ناهہ منظر عام تي اچي ئي
اچي، "امير سلطان ۽ امير ابوالخير سوڍن جو وڏو لشڪر وٺي مرزا شاهہ حسن جي
طرفان مرزا عيسيٰ ترخان تي اچي ڪڙڪيا ۽ تمام گهڻا ماڻهو، مرزا عيسيٰ جا قتل
ٿي ويا. انهن قتل ٿيلن جا سر نيزن ۾ ٽنگي مرزا شاهہ حسن کي آئي ڏيکاريائون،
جڏهن ڪيترن ئي ارغونن جا سر نيزن ۾ ٽنگيل ڏٺائين تہ مرزا شاهہ حسن روئي
ڏنو." (24)

پنهنجي قوم جو قتلام ڏسي هن ڪنور ۽ وحشي انسان جي اکين مان ڳوڙها
ڳڙي پيا. ان جي اڳيان ارغون ۽ ترخان ئي انسان هيا ۽ اهي ئي رڳو رحم ۽ قياس
جي لائق هئا. پنهنجن عزيزن جا لاش ڏسي هن بي درد جي دل ۾ درد اپري پيو ۽
جنگ بند ڪرائڻ جو اعلان ڪيائين.

1554ع جو سال هن لاءِ فنا جو سال ثابت ٿيو ۽ اڌرنگي بہ پنهنجا ڪم
ڏيکاريا ۽ پيهر ڏولين ۾ چڙهي ڪنهن مظلوم جي رت وهائڻ جي مهلت ڪانہ
ڏنس. حڪيمن جي صلاح مطابق آرام لاءِ جيئن ئي سيوهڻ پٽي ويو تہ رستي ۾ ئي
سندس وحشي روح پرواز ڪري ويو. شاهہ حسن جو مڙهہ بہ شاهہ بيگ جيان ٽن
سالن کان پوءِ "جنة المعليٰ" ۾ دفايو ويو. اهڙيءَ طرح انهن پنهي ارغون حڪمرانن
جي مڙهہ کان سنڌ جي امن پسند ڌرتي آجي رهي.

## ارغون دور ۾ سنڌين جو سياسي شعور

ارغون دور حڪومت ۾ سنڌ ۾ مجموعي طور بدامني، انتشار ۽ سياسي گھوٽالو رهيو. ارغون توڙي جو پنهنجي ديس کي هميشہ لاءِ الوداع چئي آيا هئا. پر هنن سنڌين کي پنهنجو ڪيو. هو سنڌ تي مڪمل قبضو تہ ڪري چڪا هئا، پر سنڌين جون دلين تي راڄ ڪرڻ کان قاصر هئا. سندن سڄي دور ۾ هڪ پل بہ سنڌين کين حڪمران طور تسليم نہ ڪيو. هر اُٿيءَ ويل سنڌي بغاوت ڪندي سندن خلاف اٿي کڙا پئي ٿيا. ان آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ لاءِ هلايل جدوجهد جو ڪوبہ هڪ سرواڻ ۽ مرڪز ڪونہ هو. سنڌ جو هر محب وطن ماڻهو سرواڻ ۽ سنڌ جي هر وستي هيڊڪوارٽر هئي. جنهن کي بہ ۽ جتي بہ وارو پئي مليو، ان اتي ڌاريي سامراج تي وار پئي ڪيو. ڪڏهن ڌاريي حڪمران پاران مڙهيل ڍل جي خلاف تہ وري ڪڏهن پنهنجن ابن ڏاڏن جي بي گناهہ خون جي پلاند ڪرڻ خاطر، مزاحمتي جنگ پئي جوٽي.

سنڌي طبعً سادا ۽ سچا هئا، هو ڇا ڄاڻن چنگيزي سياسي هيرا ڦيرين ۽ لامين چاڙهين ڪان. هنن وٽ سياست بہ "سنئين راند سوٽي جي، هيڙي ٻڏي ڪوٽي جي" ۽ چنگيزي اولاد وٽ سياست معنيٰ، طاقت ۽ وحشت جو مظاهرو. هنن جو ايمان هو تہ جيستائين سندن تلوار تي مظلوم جي رت جي آلاڻ باقي آهي تيستائين حڪومت، دٻدٻو ۽ معتبرائپ باقي رهندي، تنهنڪري انهن هر ساڄهہ وند ذهن ۽ قومي غيرت رکندڙ جو سر تلوار جي هڪ ئي ڌڪ سان ڌڙ کان ڌار پئي ڪيو. اهو ڏاڍ،

ڏهڪاءَ ۾ انڌير نگري نہ رڳو ارغونن جي 36 سالہ دور تائين رهيو. پر انهن کان پوءِ ترخانن ۽ مغلن جي دور حڪومت ۾ بہ ڏينهون ڏينهن وڌندو ئي رهيو.

ڌارين خلاف سنڌين جو سياسي شعور مختلف رخن ۾ معلوم ٿئي ٿو. ڪجهہ قبيلا پنهنجي ذاتي مفادن جي حاصلات خاطر وقت جي نزاڪت کي نظر ۾ رکندي حالتن سان سمجهوتو ڪري، ڌاريي حڪمران جا ڪارندا بڻجي ويا. ٻين وري مصلحت پسنديءَ کي بزدلي، پاڙياٽپ ۽ قومي غداري ڄاڻي حڪومت جي هر ڏاڍ، ڏهڪاءَ ۽ فرمان خلاف پنهنجي وس ۽ وت آهر ويڙهہ جاري رکي. پر ارغونن پنهنجن ڌرين سان ساڳي ئي روش اختيار ڪئي، انهن ڪڏهن بہ دم، دلاسو ۽ دلداري ڏيئي سنڌين کي پنهنجي ڪرڻ جي ڪوشش ئي نہ ڪئي. سنڌن سوچ ۾ هر سنڌي، باغي، ڌاڙيل ۽ نيچ هو. هت اسين انهن خاندانن جو تجزيو ڪنداسون، جن مصلحت پسنديءَ کي ٻهتر سمجهي ارغونن ڏانهن نہ رڳو نرم رويو اختيار ڪيو، پر ضرورت ۽ ڏکئي وقت تي ڀرپور ساٿ ۽ سهڪار پڻ ڪيو.

*روهڙيءَ جو سيد خاندان*

هي سيد سڳورا سمن جي اوائلي دور کان وٺي بکر جي قلعي ۾ رهندا پئي آيا. سنڌن وڏيون حويليون ۽ ڪشادا گهر هئا. هي حڪمران طبقي وٽ وڏي مان ۽ مرتبي وارا ليکيا ويندا هئا. ارغون حڪمرانن پڻ شروع ۾ سيدن جي ساڳي ئي نموني عزت ۽ مان مرتبو بحال رکيو ۽ کين قلعي ۾ رهڻ جي اجازت ڏني. ان جي عيوض سيدن کان ڌاريي حڪمران هر ڏکي وقت مدد ۽ سهڪار ڪرڻ جو واعدو ورتو ۽ انهن بہ وڏين حويلين ۽ حڪمران ڏر وٽ پنهنجو مان مرتبو بحال هئڻ جي عيوض پنهنجي وطن واسين خلاف نہ رڳو مدد ڪرڻ جو يقين ڏياريو، پر واعدي کي عملي طرح پاڙي بہ ڏيکاريو.

شاهہ بيگ رغون ٺٽي ۽ تلٽيءَ ۾ رت جي راند ڪري، سنڌين جو مال متاع ڦري لٽي، سيويءَ ڏانهن واپس وڃڻ کان اڳ ۾ بکر پرڳڻي جي نگراني سلطان محمود جي حوالي ڪئي. ان کان سواءِ بکر جي سيدن ۽ ڌاريجن کي رعايت ڏيندي قلعي ۾ رهڻ ۽ سلطان محمود جي مدد جو حڪم ڪيو. جنهن کي سيدن آمنا صدقنا چوندي اکين تي رکيو ۽ ڌاريجن ڌاريي حڪمران خلاف بغاوت ڪرڻ جو اعلان ڪيو. يوسف ميرڪ لکي ٿو؛

" شاهہ بيگ ارغون جڏهن سلطان محمود کي بکر جو حاڪم مقرر ڪيو تہ اتان جي مهر مقامي سيدن کي سونپي. ان سان گڏ ڌاريجن جي ڪن پڳدارن کي بہ حڪم ڪيو تہ هو پڻ قلعي ۾ اچي رهن. پر ڌاريجن انهيءَ حڪم جي پوئواريءَ کان نابري واري ڇڏي ۽ پنهنجي منهن ماڻهو ميڙي جنگ جوٽڻ جا سانباها ڪرڻ لڳا. سنڌن ڪوشش اها هئي تہ ڪيئن بہ ڪري سلطان محمود جي مغز مان اها هوا ڪڍجي تہ، جيئن هو سنڌ جا وڻ ئي ڇڏي وڃي.

انهيءَ ضد تي چڙهي هنن ڊل ڏيڻ تہ بند ڪري ڇڏي پر ٻين معاملن ۾ بہ هن سان پورو منهن نہ ٿي ڏنائون. سلطان محمود جا جيڪي بہ گماشتا وٺن ويا ٿي، انهن کي مٽي ۾ ڏوڙ وجهي واپس پٺي اماڻيائون. پڇاڙيءَ پنهنجا ڪٽڪ سنبرائي سلطان محمود سان چڪري ڪاٽڻ لاءِ لاهريءَ جي ميدان ۾ لهي آيا." (1)

ڏاريجن نہ رڳو ٻاڻ ۾ جُوءِ جي سمورن ماڻهن کي ڊل ڏيڻ کان روڪي ڇڏيو، سلطان محمود جا ڪارندا جڏهن رعيت کان ڊل وٺڻ ٿي آيا تہ بکر واسين ڪين ٻي عزتو ڪري واپس پٺي ڪيو.

سلطان محمود ڏاريجن کان تمام گهڻو ڊنل هو. هر وقت ڏاريجن جي حملي جو خوف سندس ذهن تي سوار هوندو هو. سيدن بہ پنهنجي وسان ڪين گهٽايو. انهن پنهنجي ذميداري نهايت ايمانداريءَ ۽ سچائيءَ سان نڀائي. انهن سلطان محمود کي ڊنل ۽ ڊپ ۾ ورتل ڏسي تمام گهڻي دلداري ۽ حوصلہ افزائي ڪئي. نہ رڳو ايترو پر سلطان جي حفاظت خاطر ڏينهن رات هوشيار ۽ چوڪس پٺي رهيا.

"هوڏانهن ڏاريجن بہ پيرا اها ست ڪئي تہ درياهہ اڪري قلعي ۾ داخل ٿي، سلطان محمود کي ڳٽر کان جهلي اچن. پر ايتري ۾ بکر جي سيدن کي ڪڙڪ پئجي ٿي ويئي، جن قلعي جا سيئي گهٽ سوگها ڪري ڏاريجن کي منجهائي ڇڏيو ۽ هو سيدن کي سامهون ڏسي مڙي ويا." (2)

هنن ڀلارن کان، سمن ٻاران ڪيل سموريون چڱايون ۽ مهربانيون ارغونن ڏٺي وسري ويون ۽ هو ارغون طاقت ۽ دٻدٻو ڏسي پنهنجي وطن جا ويري بڻجي ويا ۽ ڌرتيءَ تي ڏاڙو هڻندڙن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي پنهنجي ديس واسين اڳيان هٿيار ڪٺي ڏارين جا محافظ بڻجي ويا. سنڌ ڌرتي جي نمڪ خواري ۽ سمن ٻاران ايترو مان مرتبو ۽ عزت جي عيوض انهن تي فرض پٺي عائد ٿيو تہ هو ڌرتيءَ ۽ وطنَ جي تحفظ خاطر ڌرتي واسين سان گڏجي ڏاريي سامراج سان جنگ جوٽن ها. پر انهن جي ابتڙ ڪوئاٽي سيدن سنڌ جي سرويچن خلاف ويڙهہ شروع ڪئي.

ڏاريجن کي اُن بغاوت جي ڪري تمام گهڻي قرباني ڏيڻي پئي. انهن پنهنجي ديس ۽ ڌرتيءَ جي تحفظ خاطر رت جو نذرانو ڏيئي، ايندڙ نسل لاءِ هڪ شاندار مثال قائم ڪيو ۽ ڪوئاٽي سيدن کي پنهنجن سان غداريءَ جي عيوض ڏارين ڪا سوني سروپاءِ ڪانہ ٻارائي. تاريخ جي اها ستم گري چئو يا انصاف پسندي جو جڏهن شاهہ بيگ پنهنجي ڪٽڪ سميت سيويءَ کان واپس موٽيو تہ بکر جي سيدن کي بہ قلعي مان ڪڍي ٻاهر رهڻ جو حڪم ڏنائين. دادا سنڌي لکي ٿو:

"اُن ڪان پوءِ بکر جي قلعي مان سادات ڪڍي ڇڏيائين. جيڪي ٻارين پچين روئندا رلندا روهڙيءَ ۾ وڃي رهيا ۽ بکر جي قلعي ۾ پنهنجي اميرن ۽ سپاهين کي رهايائين." (3)

سلطان محمود مجلس ۾ تہ سيدن جي خوب ثنا گوئي ڪئي ۽ وقت سر اپاءَ وٺي

ڌاريجن جي حملي کي ناڪام بڻائڻ لاءِ تورا مجيا. پر اڪيلائيءَ ۾ جڏهن شاهه بيگ ارغون سيدن جي باري ۾ راءِ ورتي تہ هن بي وڙي سيدن کي قلعي مان ڪڍي چڏڻ جي تجويز ڏني ۽ دنيا جي دستور مطابق ڏسندي ئي ڏسندي انهن کي ڌارين جي دلاليءَ جي سزا ملي وئي. سنڌي چوائيءَ "جنين ڪاڻ ڪياس، سي ڪلهي ڪانڌي نہ ٿيا."

*بکر جو قاضي خاندان*

قاضي خاندان جو بہ سمن جي دور حڪومت کان وٺي حڪومتي مشينريءَ ۾ تمام گهڻو اثر رسوخ هو. هي خاندان "اَچ" کان ڪهي اچي بکر ۾ رهيو. "قاضي ابوالخير" پهريون شخص هو، جيڪو اُچ کان ڪهي سنڌ ۾ پهتو. ابوالخير وڏو عالم ۽ اهل الله هو. ان ئي گهراڻي جي پشت مان قاضي قادن نالي هڪ شخص پيدا ٿيو، جنهن سنڌ جي سياست، سماجيات ۽ معيشت تي تمام گهرا اثر ڇڏيا. قاضي قادن جي پيءَ جو نالو قاضي ابو سعيد ۽ ڏاڏي جو نالو قاضي زين الدين هو. قاضي ابو سعيد وڏو عالم فضيلت وارو ۽ حاضر جوابيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هن خاندان جو سنڌ ۾ اچي رهڻ، سنڌ لاءِ خدائي نعمت ۽ امَلهہ تحفي کان گهٽ ڪو نہ هئو. قاضي ابوالخير کان وٺي ڪنهن حدتائين، قاضي قادن تائين سنڌ لاءِ هي بي بها هيرا ثابت ٿيا. قاضي ابوالخير جي سيرت ۽ فضيلت جي باري ۾ تحفة الڪرام ۾ اچي ٿو:

"قاضي ابوالخير، قاضي قادن سيوستانيءَ جي ڏاڏن مان هو. نهايت چڱي حالت ۽ فضيلت جو صاحب هو، بکر ۾ رهندوهو ۽ اتي ئي گذاري ويو." (4)

قاضي قادن جو والد قاضي ابو سعيد پڻ تمام گهڻين خوبين جو مالڪ هو. ان جيّ ڏاهپ ۽ دانائي سڄي ملڪ ۾ مشهور هئي.

قاضي ابو سعيد جا بہ فرزند ارجمند، قاضيءَ جي مسند تي ويٺا. قاضي قادن پنهنجي علم، دانائي ۽ ڏاهپ سبب قاضي القضاة جي لقب سان نوازيو ويو. هي صاحب وڏو ذهين ۽ سياسي حالتن تي گهري نظر رکندڙ هو، وڏو زاهد، متقي ۽ پرهيز گار هو.

"قاضي صاحب گهڻن قسمن جي علمن سان مالامال هو. قرآن مجيد جو حافظ، حديث، تفسير، تصوف ۽ علم آلات (ڪلن لهڻ جي هنر) ۾ چڱو عبور هئس. انشا پردازيءَ ۾ سنڌس جوڙ جس ڪونہ هو." (5)

قدرت قاضي قادن کي خط نويسيءَ سان پڻ نوازيو هو. هن جا جذباتي ۽ احساساتي خط، ڪٺور انسان کي بہ ميڻ جيان نرم ڪري ڇڏيندا هئا. جڏهن شاهه بيگ ارغون ٺٽي تي قيامت خيز تباهي آندي، ظلم، بربريت ۽ تباهي مچائي، آزاد ۽ خودمختيار سنڌ کي غلاميءَ جي گگهہ اونداهہ ۾ اڙايو. امن پسند سنڌڙيءَ جي سينڌ کي پڊن توڙي نوجوانن جي رت سان رڱيو. چادر ۽ چارديواريءَ جو تقدس پائمال ڪيو. قُرلت جي بازار ايتري قدر مچائي، جو امير، غريب يا بزرگ

هستين جي ننگن جي مٿي تان بہ چادر لاٿي وئي. ان دهشتگرديءَ جي عالم ۾ قاضي قادن چرين جيان پنهنجن ٻارن ٻچن کي گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ ڳولهيندو پئي رهيو. مير معصوم لکي ٿو ؛

"انهيءَ وقت جي هڪ عالم و فاضل قاضي قادن جي ڪوشش سان اها غضب جي باهہ ٿڌي ٿي. ڇاڪاڻ تہ قاضيءَ جو اهل عيال ٻڻ قيد هو ۽ چرين وانگيان پنهنجي وڇاينلن کي ڦٽي جي گهٽين ۾ ڳولهيائين. نيٺ هڪ خط تيار ڪيائين. جنهن ۾ ماڻهن جي خراب حالت جو ذڪر لکيائين. اهو خط حافظ محمد شريف امام. شاهہ بيگ جي گذارش ۾ آندو. انهيءَ خط پڙهڻ سان شاهہ بيگ جي دل تي وڏو اثر ٿيو ۽ پڙهو گهمايائين تہ ٺٽي جي ماڻهن جي مال ۽ عيال کي ڪوبہ هٿ نہ لائي ۽ پنهنجي ٻنيءَ مان هڪ تير ڪڍي قاضيءَ کي ڏيئي ساڻس گڏ ماڻهو ڏنائين تہ پاڻ جنهن لاءِ فرمائي، سو ماڻهو سندس حوالي ڪيو وڃي." (6)

اهو قاضي قادن جي خط جو اثر هو، جنهن ٺٽي واسين کي مسلسل افراتفري، قتل عام ۽ غارتگريءَ کان ڇوٽڪارو ڏياريو. تاريخ جي ڪنهن بہ ڪتاب ۾ اهو خط آيل نہ آهي. سواءِ خط جي اشاري جي، جنهن مان خط جي لکت ۽ مضمون جي باري ۾ سڌ پئي تہ ان ۾ آخر ڇا لکيل هو.

جيئن تہ قاضي قادن ۽ شاهہ بيگ ارغون، ٻئي ڄڻا ميران محمد جونپوري جا مريد هئا. ان بنياد تي ڇٽي سگهجي ٿو تہ ان خط ۾ مهديءَ جي پيروڪار ۽ ساٿس لاڳاپن هجڻ جي ڄاڻ ڏنل هجي. خير، ڇا بہ هجي، پر اهو سورهن آنا سچ آهي تہ ٺٽي وارن کي ان قرلت ۽ خون خرابي کان قاضي صاحب جي خط ئي نجات ڏياري.

خط نويسيءَ کان سواءِ هو سنڌ جي بنيادي شاعرن مان هڪ بهترين شاعر هو. ٻهريون تہ سندس صرف ستن بيتن جي سڌ هئي، جن جي افاديت ۽ اهميت کي نظر ۾ رکندي کيس بنيادي شاعر ڪري ليکيو ويو. ارغونن جي سرڪاري ٻولي جيتوڻيڪ فارسي زبان هئي. پر ان هوندي بہ سنڌي شاعري سرجندي رهي. تازو قاضي صاحب جا هڪ سئو ٻارنهن بيت انڊيا مان هٿ آيا آهن، جن جي مطالعي ڪرڻ سان پتو پوي ٿو تہ قاضي قادن ئي ٻهريون شاعر آهي، جنهن پنهنجي شاعريءَ ۾ ڏيهي تشبيهن ۽ ڪردارن کي جڳهہ ڏني آهي.

ان کانسواءِ قاضي قادن کي اهو بہ اعزاز آهي تہ هن سنڌ جي ٽڻ حڪمرانن، ٻن ڏيهي ۽ ٻن پرڏيهي حڪمرانن وٽ پنهنجي ڏاهپ سبب مڃتا ماڻي. هو ڄام نندي ۽ ڄام فيروز جي دور حڪومت ۾ بہ قاضي ٿي پنهنجا فرائض سرانجام ڏيندو رهيو تہ وري ڌاربي ارغون حڪمرانن وٽ بہ پنهنجي ساک بحال رکيائين. هن جي ارغون دور ۾ سرانجام ڏنل ڪارنامن بابت اڳتي بحث ايندو، في الحال سندس خاندان جي ٻين فردن بابت تجزيو ڏجي ٿو.

❖ قاضي ابوسعيد جي ٻئي پٽ جو نالو قاضي نصرالله هو. قاضي قادن جي استعفا

ڏيڻي مڪي ڏانهن هليو ويڻ بعد هي پنهنجي پيءُ جي مسند تي ويٺو. تحفہ الڪرام ۾ اچي ٿو:

"قاضي قادن جو پيءُ قاضي نصرالله ظاهري توڙي معنوي ڪماليت سان سينگاريل هو. وڏن جو طريقو پوريءَ طرح روشن رکندو آيو. قسمت جي ڏينهن پوري ٿيڻ کان پوءِ عزت ۽ ناموري سان گذاري ويو." (7)

قاضي قادن جي هڪ ڌيءُ جي بہ سڌ پوي ٿي، جنهنجو نالو بيبي فاطمہ هو. جيڪا پڻ خدا جي پياري ۽ پهتل پانهي ليکي ويندي هئي. پرهيزگاري ۽ پاڪدامنيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئي. قرآن شريف جي حافظ هئي. هوءَ جڏهن حج ڪرڻ پئي وئي تہ رستي سان هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات ۾ قرآن مجيد جو ختم پئي ڪڍيائين. جنهنجو ثواب حضور جن ڪي نذر ٿي ڪيائين. حج ڪيائين تہ بي بي حاجياڻي سڏي وئي. سندس تمام گهڻيون ڪرامتون مشهور آهن.

"نقل آهي تہ جڏهن حرمين شريفين جي زيارت ڪري واپسيءَ لاءِ ٻيڙي ۾ چڙهي رواني ٿي تہ وات تي خطرناڪ هوا لڳي ۽ زبردست طوفان شروع ٿي ويو. ٻيڙيءَ وارن سڀني ماڻهن نااميد ٿي ساهہ تان آسرو ڪٽي ڇڏيو. بيحد پريشانيءَ ۾ وقت جي رابعہ، بيبي حاجياڻيءَ ڏي رجوع ڪياڻون. بيبي سڳوريءَ دعا لاءِ هٿ مٿي ڪنيا ۽ چيو: اي الله! اسين تنهنجي رضا تي راضي آهيان ۽ پنهنجي جان تنهنجي قضا جي حوالي ڪيم. پر هي ضعيف، ڪمزور ۽ پريشان دل، تنهنجي ڪرم تي آسرو رکن ٿا ۽ هن طوفان کان نجات گهرن ٿا. انهن جي حال تي رحم ڪر. راوي چوي ٿو تہ بيبي اڃا دعا گهري ئي رهي هئي تہ طوفان جهڪو ٿي ويو ۽ مخالف هوا بہ ٽري وئي." (8)

بيبي فاطمہ، قاضي سائين ڏنو سان لاڻون لڌيون. جنهن مان ڪيس هڪ پٽ نالي ميان مير محمد ۽ هڪ ڌيءُ بيبي جمال خاتون هئي. قاضي قادن جو ڏوهٽو ميان مير، سڄي برصغير ۾ اهم ۽ مڃيل بزرگ هو. هن جي مريدن ۾ هندستان جو مغل حڪمران دارا شڪوہ بہ شامل هو. دارا شڪوہ پنهنجي مرشد جي تاريخ ۽ ڪرامتن بابت هڪ ڪتاب نالي "سڪينۃ الاوليا" لکيو. سندس مڃتا ۽ مان ۾ شاهجهان بار بار چوندو هو:

"هندستان جي درويشن مان ڪماليت کي پهتل فقط بہ ڄڻا ڏٺا اٿم هڪ ميان مير ۽ ٻيو شيخ فضل الله برهانپوري." مير علي شير قانع پنهنجي عقيدتمندي هنن لفظن ۾ بيان ڪري ٿو:

"مير محمد (معروف ميان مير) دنيا جي ولين جو اڳواڻ ۽ وقت جو قطب هو. ظاهري فضيلت ۾ ڪوبہ سانس مٽ ڪونہ ٿيو. سندس ولادت سيوستان ۾ سنہ 957هہ ۾ ٿي." (9)

ميان مير قادري طريقي جو پيروڪار هو. هن پنهنجي جوانيءَ جا ڏينهن لاهور ۾

گمناميءَ ۾ گذاريا. سندس مرشد شيخ خضر سيوهڻ وارن جبلن ۾ رهندو هو. سندس وفات جي تاريخ 1045هه آهي. سندس آخري آرام گاهه لاهور جي ڇاوڻيءَ واري اسٽيشن جي ويجهو آهي. اتا جا ماڻهو ان اسٽيشن کي ميان واري اسٽيشن ڪري سڏيندا آهن.

ميان مير کي هڪ ڀيڻ بي بي جمال خاتون نالي هئي. جيڪا پڻ خدا جي پهتل ٻانهي هئي. هوءَ سارو ڏينهن دنوي ڳالهين کان پري صرف خدا جي ذڪر اذڪار ۾ مشغول رهندي هئي. ظاهري توڙي باطني علم سان مالا مال هئي. جيڪو ڪجهه چوندي هئي اهو الله جي دربار ۾ قبول پوندو هو. اعجاز الحق قدوسي لکي ٿو :

"هيءَ سنڌ جي مشهور عارف ميان مير لاهوريءَ جي ڀيڻ هئي. ترڪ دنيا ۽ توڪل ۾ ڪيس پنهنجي دور جي رابعه بصري چيو ويندو هو. تصوف جي تعليم هن ڀهرين پنهنجي ماءُ کان ورتي. داراشڪوهه سندس ڪرامتون سڪينة الاوليا، ۾ بيان ڪيون آهن. 1049 هجري ۾ گذاري وئي." (10)

اهو هيو اسان جي قاضي قضاة قاضي قادن جو خانداني پس منظر هيٺ سندس سياسي تجزيو ڪنداسون. جنهن ۾ هن ڏاهي جي ڪيل سياسي ڪارنامن تي نظر وجهنداسون تہ هن فلاسافر ۽ تصوف جي پوئلڳ، پنهنجي وطن واسين ۽ ڌرتيءَ لاءِ ڇا ڇا ڪيو؟ تاريخ شاهد آهي تہ سنڌ جي ڌرتي هر دور ۾ امن جي وستي رهي آهي. هتان جي رعيت ڏيهي ۽ پرڏيهي جي نفاق کان پاڪ، اڃي ۽ ڪاري جي فرق کان اڻواقف، هندو ۽ مسلم جي فرق کان بہ ڪوهين ڏور، حب الوطنيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ. جڏهن بہ ڪو ڌاريو سامراج ڌرتيءَ تي هلان ڪري آيو تہ امير توڙي غريب، هاري توڙي مزدور، هندو ۽ مسلمان گڏجي جنگ ڪرڻ لاءِ تيار هوندا هئا. جنهنجي ڪري هر ڌاريي حملي آور کي ناڪاميءَ ۽ نامراديءَ جو منهن ڏسڻو پوندو هو ۽ پوءِ اهوئي لٽيرو سنڌ جي محبت ۽ ميناج ڀريل رعيت ۾ نفاق ۽ ڌار وجهڻ خاطر ڪونہ ڪو نئون ڍونگ رچائي هتان جي عوام جي ايڪي ۽ ٻڌيءَ کي نفرت ۽ ڪيني سان ڀري، پاڻ ۾ کي پاڻ سان ويڙهائي پنهنجو مقصد ۽ مراد ماڻي وٺندو هو. گهڻو پوئتي ورڻ جي ڪا ضرورت نہ آهي. عربن جا سنڌ تي جڏهن تيرنهن حملا ناڪام ويا تہ انهن سنڌين کي برهمڻ، کتري، وئش ۽ شودر ۾ ورهائي آخرڪار فتح ماڻي ورتي. (وڌيڪ مطالعي لاءِ پڙهو ڪتاب "سنڌين جي شڪست جا ڪارڻ") سمن جي شروعاتي دور ۾ تغلق وڏو ڪٽڪ ساڻ ڪري، سونهاري سنڌڙيءَ تي ڪاهي آيا. پر سنڌين جي ايڪي، اتحاد ۽ حب الوطنيءَ آڏو، هزارين سپاهي ڪهائڻ جي باوجود ناڪام پئي ٿيا تہ اُچ جي مخدوم جهان جهانيان کي وچ ۾ آڻي صلح جي بهاني ڄام جوڻي ۽ ڄام ٻنڀي کي قيد ڪري پاڻ سان وٺي ويا.

شاهه بيگ ارغون جڏهن ڀهريون ڀيرو سبيءَ تي حملو ڪري قلعي تي قبضو ڪيو هو تہ سنڌ جي محب وطن پٽن درياخان جي اڳواڻي ۾ سندس پاءِ شاهه محمد

ارغون کي موت جي ننڊ سمهاري قلعو آزاد ڪرايو هو. ارغونن ڏٺو تہ هن غيور قوم سان سنئون سڌو مهاڏو اٽڪائي فتح ماڻڻ سندن وس کان ٻاهر آهي، تڏهن چڱن يارن جي چونڪڙي ۽ مهدوي تحريڪ جو نفاق برپا ڪيو ۽ سنڌ ۾ منافرت جي باهہ ڀڪيڙي سنڌين جي ڀڏيءَ واري جذبي جون ڌڄيون اڏائي ڇڏيون. قاضي قادن مهدي جو مريد بڻجي مخدوم بلاول ۽ حيدر سنائيءَ جي دشمنيءَ ۾ ارغونن جو اهم مهرو بڻجي اڀريو. هن درياخان ۽ مخدوم بلاول جي مخالفن سان گڏجي ارغونن جي فتح لاءِ راهہ هموار ڪرڻ شروع ڪئي، جنهن ۾ هو ڪامياب بہ ويو. سنڌ جي غلام ٿيڻ سان گڏوگڏ هن پنهنجي ڪاروائي شروع ڪري ڏني. هن پنهنجي مرشد جي بي عزتيءَ جو پلاند وٺڻ خاطر، پهريون وار مخدوم بلاول تي ڪيو. شاهہ بيگ ارغون جڏهن ٺٽي جي سڄي شهر کي پنهنجي ڪٽڪ هٿان ڀيلائي واندو ٿيو تہ ڪيس خبر پئي تہ ٺلتيءَ ۾ وطن دوست لشڪر گڏ ٿي جنگ لاءِ تياري ڪري رهيو آهي. شاهہ بيگ، قاضي قادن کي انهن کي سمجهائڻ لاءِ موڪليو. پر سرويچن سانس ملڻ بہ پسند نہ ڪيو. قاضي قادن موٽي اچي شاهہ بيگ کي ٻڌايو:

"ميان محمود، مٺڻ خان، ڄام سارنگ ۽ رٺمل سوڍو خدمت ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ تيار هئا. پر مخدوم بلاول کين روڪي ويٺو آهي ۽ اچڻ نہ ٿو ڏين، بلڪ لڙائيءَ جي ترغيب ۽ جوش ڏياري رهيو آهين. اهوئي سبب هو جو فتح کان پوءِ شاهہ بيگ، مخدوم بلاول تي سختي ڪئي ۽ مٿن ڏنڊ وڌو." (11)

اهڙي مخبري ڪرڻ سبب قاضي قادن، شاهہ بيگ جو منظور نظر بڻجي ويو ۽ قاضيءَ مان بدلجي شاهہ بيگ جو سياسي صلاحڪار بڻجي ويو. سنڌ کي غلام بڻائڻ کانپوءِ شاهہ بيگ جيڪي بہ ظلم ۽ ڦهري ڪارروايون ڪيون، انهن ۾ گهڻي ڀاڱي قاضي قادن بہ سانس ڀاڱي ڀائيوار هو. مخدوم بلاول تي سختيون ۽ ڏنڊ وجهرائڻ کانپوءِ سندس انتقامي ڪارروائيءَ جو نشانو سيد حيدر سنائي بڻيو.

سيد حيدر سنائي مخدوم بلاول جو پوئلڳ ۽ ڪٽر قومپرست هو. درياخان سان تمام گهرا ۽ ويجها لاڳاپا هئس حيدر سنائيءَ جي چوڻ سبب درياخان، مهدي جونپوريءَ جي سنڌ مان نڪري وڃڻ لاءِ تڪڙا اپاءَ ورتا ۽ ڄام نندي کي ان ٿئين فتني سبب سنڌ جي عالمن ۾ ٻن گروهن جي پيدا ٿيڻ جي آگاهي پڻ ڏني. ان کان سواءِ جڏهن مهدي جونپوري درياهہ رستي پرچار ڪندو سکر کان افغانستان پئي ويو تہ حيدر سنائيءَ ان جون ڀيڙيون ڀوڙائي ڇڏيون. جنهن جي ڪري مهدي جونپوري سنڌ ۾ وڌيڪ تبليغ نہ ڪئي ۽، خشڪيءَ رستي افغانستان هليو ويو. دادا سنڌي لکي ٿو:

"جڏهن شاهہ بيگ ارغون سنڌ تي قبضو ڪيو، تڏهن هن مخدوم بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙهائي ڇڏيو ۽ حيدر سنائيءَ تي سخت نظرداري ۽ چوڪسي ڪرڻ لاءِ، تہ جيئن هو هن ڌاري ۽ ٻاهرين حڪومت خلاف ڪا بغاوت نہ ڪري، سن ۾ فوجي

ڇانوٽي قائم ڪئي، اها نظرداري ۽ چوڪسي ان وقت تائين هلي، تان جو سيد حيدر 4 شعبان 937 هجري ۾ وفات ڪئي." (12)

قاضي قادن جي صلاحن ۽ مخبريءَ سبب نہ رڳو انهن پنهي بزرگ شخصيتن کي تڪليفن ۽ مصيبتن سان منهن ڏيڻو پيو، پر هن وطن جي ويريءَ عام رعيت سان پڻ ڪلور ڪيا ۽ ڪيترن ئي گهرن ۾ روڄ راڙو برپا ڪيو ۽ ڪيترن ئي گهرن جا اڱڻ معصوم ۽ بي گناهہ سنڌين جي رت سان لال ڪيا.

ان وقت جي عوام کي قاضي صاحب ۾ وڏيون اميدون ۽ آسرا هوندا، تہ هو پنهنجي دانائي ۽ ڏاهپ سان سنڌ کي ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور بچاءُ ڪندو، پر قاضي قادن ان جي ابتڙ ڪين ڏاهپ جا ڏنگ ۽ گهاءُ ڏيڻ لڳو. جڏهن تہ ٺيڪ تہ ايئن گهربو هو تہ قاضي قادن ان وقت جي ٻين ڏاهن ۽ وطن دوستن مخدوم بلاول ۽ حيدر سنائي سان پاڻهن ٻيلي ٿي وطن پرست جرنيلن ۽ مظلوم رعيت جو حوصلو ۽ همت بلند ڪندو رهي ها.

هي ڪنگ ويچارو ڪير، جو رَسي انهيءَ رمز کي.

شاهہ ڀٽائي

خاص طور بکر جي پسگردائيءَ ۾ رهندڙ جوشيلن ۽ اپوجهہ ڏاريجن مهرن، جتوئين ۽ ٻين جون اميدون ان وقت مٽيءَ ۾ ملي ويون هونديون، جڏهن انهن قاضي قادن جي واتان هي جملا ٻڌا هوندا تہ

"هي ملڪ سيلابي آهي ۽ هن زمين ۾ ڪندا گهڻا ڄمندا آهن. تنهنڪري ڇنجور هميشہ هٿ ۾ رکڻ گهرجي." (13)

قاضي قادن جيڪڏهن چاهي ها تہ شيطان صفت انسان شاهہ بيگ کي ڪا سهڻي صلاح ڏئي ها. پر لڳي ٿو تہ قاضي صاحب ڏاريجن کان ڪو پراڻو پلاند وٺڻ پئي گهريو. جو تہ ان صلاح کان پوءِ شاهہ بيگ حڪم ڪيو تہ ڏاريجن جو قتل ڪيو وڃي. حڪم جي تعميل ڪندي سلطان محمود هڪ پل ۾ ڪيترن ئي انسانن کي بکر جي انهيءَ برج تان هيٺ اڇلايو جيڪو خوني برج جي نالي سان مشهور آهي ۽ ڪجهہ وقت رکي جتوئين جي ٻائيتاليهن ڳوٺن کي تباهہ ڪيو ويو. شاهہ بيگ جي مرڻ کان پوءِ قاضي قادن شاهہ حسن آڏو بہ پاڻ وڻائڻ خاطر ساڳي ئي پاليسي جاري رکي.

شاهہ بيگ جي مرڻ کانپوءِ ڄام فيروز کي شايد پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿي ويو. تنهنڪري هو شاهہ حسن سان عذرخواهي ۽ همدردي جو اظهار ڪرڻ ۽ ڏل ڏيڻ بجاءِ ان سان فيصلہ ڪن جنگ ڪرڻ جي باري ۾ پلاننگ ڪرڻ لڳو. ان جي ٻاري ۾ مخبري بہ مولائي شيدائيءَ جي بقول قاضي قادن ئي ڪئي هئي. جنهن جي ڪري هي درندو نٽي واسين تي قهر بڻجي نازل ٿيو. وحشت جي اها حد هئي جو ڳورهارين عورتن جا پيٽ چيري انهن جا ڪچا ٻار ڪڍي نيزن ۾ ٽنگي گهمائيندا

رهيا ۽ ڪيترائي ڪونڊر پٽ ڪسي ويا. ان مخبريءَ ڪان پوءِ شاهه حسن قاضي قادن کي پنهنجو صلاحڪار ۽ قاضي القضاة مقرر ڪيو.

عمر جي پڇاڙيءَ وارن سالن ۾ قاضي قادن جي دل رت ڀنل سنڌ ڪان ڪچي وئي ۽ هو مڪي شريف هليو ويو، جتي 957 هه ۾ وفات ڪيائين.

علم، ادب ۽ فنون لطيفه سان جيڪا ويساهه گهاتي قاضي قادن ڪئي آهي، ان جو مثال شايد ئي دنيا جي تاريخ ۾ ملي. هڪ حساس دل رکندڙ شاعر ۽ تصوف جي پيروڪار ۽ صوفي ازم جي سوچ رکندڙ جي غلط پاليسي خوني صلاحن سبب نه رڳو ٺٽو نگر، ٺلتي جو قلعو ۽ بکر جو پرڳڻو اڙيو، پر سنڌ ڌرتيءَ جو چپو چپو متس ڏاڍي ٿو ۽ سندس ويڙهيچن سان وير جو ڏس ڏئي ٿو.

### درٻيلي جا سهٽا

همايون بادشاهه تخت وڃائي، دربدر خاڪ بسر ٿيندو، پاڻ سان گڏ بک ۽ بدحالي ساڻ کيون 1541ع ۾ سنڌ اچي پهتو. همايون جي اچڻ سان جتي سنڌ جي اقتصاديات ۾ تبديلي آئي اتي سياست پڻ نئون موڙ ورتو. سنڌين ارغون دهشتگردي، قتل عام، ڌاڙ، ڌمڪاءُ ۽ ناانصافين خلاف لوهه ڪي لوهه سان ڪٽڻ جي فلسفي تي عمل ڪندي همايون ڏانهن همدرديءَ مان هٿ وڌايا. پنهنجي وس ۽ پهچ آهر سنڌ جي ڪافي قبيلن ڀرپور سهڪار ڪيو.

افغانستان مان شڪست کائي پڇڻ ڪانپوءِ همايون کي ڪٿي به آرام سان ترسڻ نه ڏنو ويو ۽ نه ئي وري ڪٿان ڪا مدد ملي. شاهي خزانو ختم ٿي چڪو هو. لشڪر لڳ ڀڳ ٻه لک سپاهين تي مشتمل هو. جنهن جو پورائو ڪرڻ ڪنهن عام امير يا جاگيردار لاءِ تمام ڏکيو هو. ان جي گهرجن جي پورائي لاءِ حڪومتي خزاني جي ضرورت هئي. پر پوءِ به سنڌ جي ڪجهه قبيلن پنهنجي وسان ڪين گهٽايو. اناج، رڍون، ٻڪريون ۽ لشڪر لاءِ سپاهين جي ڀرپور مدد ڪئي. سنڌين جي اهڙي سياست کي ڏسندي ظفر الواله جو مصنف لکي ٿو :

" سنڌي جڏهن ڏاريي دشمن کي پنهنجي ملڪ مان ڪڍڻ گهرندا آهن ته ٻيءَ ڪنهن قوت کي اڏو آڻي پنهنجو مقصد حاصل ڪندا آهن." (14)

اهڙي سياست ۾ درٻيلي جي سهٽن ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. جن جي اڳواڻي ارباب عمر شاهه ۽ سندس پٽ داٺود پئي ڪئي. شاهه حسن جيئن ته همايون جي اچڻ ڪان ٻهريان ئي پوکون پٽائي ناس ڪرائي ڇڏيون هيون ۽ حڪم ڪيو هو ته ڪوبه ماڻهو پوکي نه ڪري جنهن جي ڪري همايون کي ڏاڍي تڪليف سان منهن ڏيڻو پيو. پر جڏهن ارباب عمر شاهه همايون جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ته ان شاهه حسن جي حڪم جي نه رڳو پاڻ خلاف ورزي ڪئي، پر ٻين زميندارن کي به همٿائيندو ۽ اتساهيندو رهيو. ان پاڻ به فصل، گاهه ٻنو پوکيو ۽ ٻين زميندارن ڪان به همايون جي مدد ڪرڻ لاءِ فصل پوکرايا.

في الحال هن درٻيلي جي سڄي جوءِ مان هر ڪنهن کان وس آهر اناج گڏ ڪري، همايون جي وقت سر تمام گهڻي مدد ڪئي، همايون انهن جي اهڙي سهڻي ورتاءَ ۽ حسن سلوڪ مان، خوش ٿي ارباب دائود کي سروپاءِ ۽ درٻيلي جو پرڳڻو مڃتا طور جاگير ڪري ڏنو. طاهر محمد نفسياني لکي ٿو :

"ٻئي ڀيءُ ۽ پٽ پوري عقيدتمنديءَ ۽ خلوص نيتيءَ سان صبح شام شاهي لشڪر جي سار سنڀال لهندا، ۽ چوڪي ڏيندا رهيا، بادشاهه سندن جان نثاري ڏسي ڪين سواري ۽ خلعت سان نوازي پنهنجي هٿ اکرين ٺهيون فرمان لکي ڏنو.

آءٌ همايون بادشاهه پٽ ظهيرالدين بابر بادشاهه پٽ عمر شيخ بادشاهه جي حيثيت ۾ خدا جي خدائي ۽ رسول جي رسالت جو اقرار ڪندي هي فرمان لکي ٿو ڏيان، ته جيڪڏهن خداوند ڪريم بکر جي حڪومت مون کي عطا ڪئي ته مان (توهان مون سان واعدو وفا ڪريو ته آءٌ اوهان سان واعدو وفا ڪندس) ان تي قائم رهندس، مون درٻيلي جو پرڳڻو ارباب دائود ولد عمر شاهه سهتي ۽ سندس اولاد کي بخش ڪيو آهي. (15)

ارباب عمر شاهه، همايون جي لشڪر کي بکر جي سڄي پرڳڻي ۾ جدا جدا جڳهين ۾ ترسائڻ جو بندوبست ڪيو هو. جنهن سان لشڪر جون ڪافي مشڪلاتون ۽ تڪليفون گهٽجي ويون ۽ هڪ هنڌ گڏجي رهڻ سبب ماحول ۾ جيڪا گدلاڻ پيدا ٿي هئي، اها پڻ گهٽجي وئي. ان ڪانسواءِ ٻه ڀيرا خاص مهمان طور همايون ارباب عمر شاهه جي دعوت تي درٻيلي پڻ ويو هو.

ارباب عمر شاهه جو اهڙو قدم، ارغونن لاءِ خطري جي نشاني هو. تنهن ڪري سلطان محمود، جنهن ۾ سياسي بصيرت جو مظاهرو ڪندي، همايون کي پنج سئو خرار اَنُ موڪلي ڏنو هو. ان اهڙي حالت کان شاهه حسن کي آگاهي ڏيندي سفارش ڪئي ته جيڪي ٻه زميندار همايون جي مدد ڪري رهيا آهن، انهن کي جوڳي سزا ڏني وڃي، نه ته انهن کي ڏسي سنڌ جي سموري رعيت، همايون جي مدد ڪرڻ شروع ڪندي. ۽

شاهه حسن اهڙي صلاح کان پوءِ بکر واسين کي چتاءُ ڏيندي چيو :

"بکر جا ارباب جيڪي بادشاهه جا طرفدار ٿي چڪا آهن، تن کي معلوم هئڻ گهرجي ته هن وقت اوهان جي قسمت زور آهي جو اوهان پنهنجو ملڪ شاهي لشڪر جي قبضي ۾ ڏيڻ ڇڏيو آهي، پر جنهن ڏينهن بادشاهه هتان هليو ويو، توهان سڀني جي اهڙي خبر ورتي ويندي جو ڏيهن کي پيا ڏس ڏيندوئو." (16)

شاهه حسن محض چيو نه پر ڪري ٻه ڏيکاريو. هن سلطان محمود کي اهڙين سرگرمين تي ڪڙي نظر رکڻ جو حڪم ڪيو. حڪومت جي بچاءَ خاطر اهڙيون ڪارروايون ڪندڙن کي موت جي سزا ڏيڻ جو حڪم صادر ڪيو. سلطان محمود، جيڪو اڳ ئي دائود ۽ هالي تي ٻريو پئي ۽ انهن جي خون جو پياسو هو، تنهن اهڙي

حڪم ڪي عين ثواب جو ڪم سمجهندي، ايا ٻه ٻه رتيون وڏيڪ وحشت جو مظاهرو ڪيو. جيڪو اڄ به ڪتابن ۾ پڙهندي لونءِ ڪانڊارجي ٿي وڃي. تاريخ طاهري ۾ اچي ٿو:

"محمودنا مسعود، جيڪو گهڻي وقت کان بادشاهه جي انهن خيرخواهن جي رت وهائڻ جي ڪڍ هو، سندن موت جي حڪم تي خوش ٿي، هڪ ڪي جوال ۾ سبرائي بکر جي خوني برج تان درياهه ۾ اڇلائي ڇڏيائين. ٻئي جي ڪل لهرائي ان ۾ ٻه پرائي مرزا ڏانهن ڏياري موڪليائين." (17)

ارباب عمر شاهه همايون جي هوندي وفات ڪري چڪو هو. جنهن کان پوءِ داٿود ۽ هالي سهتي کي به شهيد ڪيو ويو ته سندن باقي خاندان سنڌ مان جلاوطن ٿي احمد آباد (گجرات) وڃي آباد ٿيو. جڏهن بکر جو پرڳڻو اڪبر بادشاهه جي حڪمرانيءَ هيٺ آيو، تڏهن سهتا جلاوطني ختم ڪري واپس سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا. جڏهن مرزا جاني بيگ ٺٽي کي اڪبري لشڪر جي دٻ کان باهه ڏياري ڇڏي، تڏهن همايون جو هٿ اکري فرمان به انهن کان گم ٿي ويو.

سهتن جي قبيلي کان سواءِ سيوهڻ جي طرف جي "لڪي" وارن سيدن پڻ ارغونن جي ڪاري رات کي ختم ڪرڻ جو وسيلو همايون کي سمجهي سلهس ڪافي مدد ڪئي. تاريخ مظهر شاهجي ۾ اچي ٿو:

"جڏهن جنت آشياني (همايون بادشاهه) ڪنهن زماني ۾ هن پاسي آيو هو ته انهن سيدن سندس خوب خدمت چاڪري ڪئي هئي، جيتوڻيڪ سڄو ملڪ مرزا شاهه حسن ارغون جي حڪم سان ويران ٿي چڪو هو. تڏهن به سيد سڳورا اتي ئي هئا. بادشاهي سپاهه کي گاهه داڻي توڙي رڌ، ٻڪريءَ جي جيڪا ضرورت پئي ٿي سا هنن پوري ٿي ڪئي." (18)

همايون جي مدد جي موٽ ۾ انهنساداتن لاءِ پڻ شاهه حسن پاران تڪليفون ۽ مصيبتون ڪڙيون ڪيون ويون. جنهن سبب سيد سڳورا پنهنجا اباڻا ڪک ۽ گهر گهاٽ ڇڏي "ڪاهان" پرڳڻي ۾ وڃي رهيا. جن کي پوءِ وري اڪبري دور ۾ مير ابوالقاسم هٿان ڪجهه مالي مدد ۽ سرڪاري رعايتون ڏيئي واپس لڪيءَ ۾ اچي رهايو ويو. لڪياري ساداتن جي مدد ڪرڻ واري جذبي کي ڏسي همايون ڪين جاگير جا پروانا جاري ڪيا هئا، جيڪي مير ابوالقاسم به ڏنا هئا. پر اتفاقن سيدن جي ڳوٺ کي باهه لڳي وئي ۽ اهي پروانا به دربيلي جي سهتن جيان اڪبر جي سامهون پهچڻ کان اڳ باهه جي ور چڙهي ختم ٿي ويا.

همايون جڏهن سيوهڻ جي قلعي کي فتح ڪري نه سگهيو ۽ پنيان بکر ۾ ڇڏي آيل مرزا يادگار ناصر جي بغاوت جي به ڪيس سڌ پئي ته مجبورن بکر ڏانهن واپس وريو. شاهه حسن جي فرمان جو پوراڻو ڪندي سيوهڻ جي وڻجارن پنهنجو پيڙيون لڪائي ڇڏيون هيون. اها خبر جڏهن "مخدوم نوح هالا ڪندي" واري کي پئي ته

ان حالن جي ميربحرن کي شاھہ حسن جي حڪم خلاف همايون کي ھيڙين ڏيڻ جو حڪم ڪيو. تڏهن وچي معزول بادشاھہ درياھہ رستي روھڙيءَ پهتو. انهن ڪانسواءِ ڏاريجن جي مدد ڪرڻ جو بہ پتو پوي ٿو.

سنڌين جي اهڙي سياسي پاليسيءَ بابت حسام الدين راشديءَ پنهنجي راءِ جو اظهار هن طرح ڪيو آهي

"لکياري سيدن ۽ سيوهڻ جي حريت پسندن ۽ سنڌ جي ڪيترن ٻين قبيلن، چاهيو ٿي تہ همايون کي مضبوط ڪري ارغونن جي تسلط کي ختم ڪجي، همايون جنهن جي ڪاميابيءَ واري حالت ۾ بهرحال مرڪز "آگرو" هيو، سو سنڌ لاءِ گهٽ ھاڃيڪار هيو، بنسبت انهي ڏاريي دشمن جي، جنهن جو مرڪز سنڌ ۾ هيو ۽ سنڌس سمورو لڏو رات ڏينهن سنڌ ۽ سنڌين جي سيني تي سوار ٿيو ويٺو هيو ۽ اها حقيقت بہ آهي تہ، انهيءَ دشمن کان، جيڪو هزار ميل پري رهي حڪومت ڪري، اهو ويري وڌيڪ خطرناڪ آهي، جنهن سان هر وقت واسطو هجي ۽ هن لاءِ سنڌس ڪيل هاڃن سبب دلي ڌڪار پيدا ٿي چڪي هجي." (19)

## عالمن جي جلاوطني

ارغونن جا اهڙا ظلم ڏسي سنڌ جا ڪافي عالم سگورا سونهاريءَ سنڌ کي هميشہ لاءِ الله نگهبان چئي، ويجهڙائيءَ وارين رياستن ۾ وڃي رهيا، تہ ڪي وري عرب رياستن ۾. انهن عالمن ۽ بزرگ هستين جي جلاوطني پڻ هڪ قسم جي، ان وقت جي حڪمران کان بغاوت هئي. اهو سچ آهي تہ ارغونن جي دور ۾ قنڌار ۽ ڪابل مان تمام گهڻي تعداد ۾ عالم ڪهي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. جن جي حڪومت بہ سرپرستي پئي ڪئي ۽ ڪين حڪومت جا اهم فرائض انجام ڏيڻ جي جوابداري پڻ سونپي پئي وئي ۽ انهن سنڌ جي ڌرتيءَ کي هميشہ لاءِ پنهنجو ڪري ڇڏيو. پر هتان جا ڏيهي عالم حڪومتي عتاب جو شڪار هئا. مٿن هر وقت نظرداري ۽ چوڪسي پئي ڪئي وئي. خاص ڪري همايون جي اچڻ کان پوءِ سنڌ ۾ برپا ڪيل انتشار، بک، بدحالي ۽ ڏيهي لوڪن جي قتل عام جو ڀيانڪ منظر ڏسي، هتان جا ڪافي عالم احتجاجن هجرت ڪري ويا. هيٺ انهن عالمن جو مختصر ذڪر ڪجي ٿو. جن ارغون حڪومت کي قبولڻ بجاءِ جلاوطنيءَ کي ترجيح ڏني.

### مسيح الاوليا حضرت شيخ عيسيٰ جندالله

هن بزرگ جو آبائي وطن پاٽ هو. همايون جي اچڻ سبب سنڌ ۾ جيڪا بدامني ۽ انتشار پيدا ٿيو هو، ان سبب دل برداشتہ ٿي پنهنجي اهل عيال سميت آبائي وطن ڇڏي، پهريون احمد آباد (گجرات) اتان وري ايلچپور ۾ رهائش اختيار ڪيائين، پر ڪجھ وقت ڪانپوءِ هن برهانپور جي سنڌي پور محلي ۾ زندگيءَ جا باقي ڏينهن گذاريا.

### حضرت مولانا شيخ مبارڪ سنڌي

هي بزرگ مسيح الاوليا جو هم وطن هيو، هن بزرگ ۽ مسيح الاولياء جي وڏن گڏجي پاٽ جو شهر ڇڏو هو ۽ وري جڏهن سنڌ تي ڌارين حڪمرانن جا پير پختا ٿيا ۽ امن درهم برهم ٿيو تہ هن بزرگ بہ پنهنجو وطن ڇڏي آخري ڏينهن برهانپور ۾ وڃي گذاريا ۽ اتي ئي وفات ڪئي.

### قاضي عبدالله بن قاضي ابراهيم

درٻيلي جو رهندڙ هو. هي وڏو جيد عالم ۽ اهل الله هو. ارغونن جي فتح کان پوءِ پهريون گجرات ۽ پوءِ حجاز مقدس ۾ وڃي رهيو ۽ اتي ئي دفن ٿي ويو.

### شيخ عبدالله بن سعد سنڌي

پاٽ درٻيلي جو رهندڙ هو. ارغونن جي وحشت سبب هجرت ڪري پهريون احمد آباد ويو، جتي دين الاهي جي خدمت ڪندي مدرسو قائم ڪيائين. شيخ بهلول سنڌس شاگرديءَ ۾ حديث جو سبق پڙهيو. پوءِ احمد آباد مان بہ ڇڏي دهليءَ وڃي رهيو ۽ آخرڪار مديني منوره ۾ وڃي زندگيءَ جا آخري ڏينهن گذاريائين.

### محمد صالح سنڌي

اصل پاٽ شهر جو هو. جتان ارغونن جي پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ ارغونن جي گهرو ويڙهہ جي ڪري برپا ٿيل انتشار سبب، ابرار شريف وڃي رهيو.

اهو سلسلو نہ رڳو ارغونن جي دور تائين پر ترخانن جي دور ۾ بہ جاري ۽ ساري هيو. انهن کان سواءِ پين بہ ڪيترن ديني عالمن ۽ عام رعيت، ارغوني ظلمن خلاف خاموش احتجاج ڪندي پنهنجي وطن جا وڻ ڇڏي اوپري ڌرتيءَ تي جلاوطني ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ وري ڪڏهن بہ واپس ڪونہ وريا.

# ارغون دور جو، سماجي، معاشي ۽ انتظامي جائزو

معاشيات ۽ اقتصاديات اهي بہ بنياد آهن جن سان قومون ترقيءَ جي راهہ تي گامزن ٿي وڏيون وڏيون منزلون طئي ڪنديون آهن. جنهن بہ ملڪ يا قوم جون معاشي حالتون بهتر هونديون آهن، اهي ملڪ يا قومون دنيا ۾ ترقي يافتہ ليکيون وينديون آهن. ملڪ کي پسماندگيءَ مان ڪڍي ترقي يافتہ بنائڻ لاءِ ضروري آهي تہ پنهنجي اقتصاديات کي بهتر بڻايو وڃي. اهو ئي سبب آهي جو سمن ۽ ڪلهوڙن جي دور کي سونهري دور ڪري ليکيو ويندو آهي.

سمن جي دور ۾ زراعت تمام گهڻي ترقي ڪئي. سمان سلطان اقتصاديات کان بخوبي واقف هئا. ان دور ۾ وڻج واپار کان وڌيڪ پوکي راهيءَ تي ڌيان ڏنو ويو. حڪمرانن سنڌ ۾ هنڌ هنڌ تي ڪوهہ کوٽرايا، جن مان فصلن کي پاڻي ڏنو ويندو هو. جام ننڊي جي دور ۾ درياخان "خان واهہ" جي نالي سان واهہ کوٽايو، جنهن سان لُٽي ۽ ان جي ڀرپاسي واري علائقي ۾ پوکي ٿيڻ لڳي. درياخان هڪ ٻيو واهہ "ساوه واهہ" جي نالي سان پڻ کوٽايو هو. جنهن سان سيوهڻ جي پاسي وارو پرڳڻو بہ آباد ٿيڻ لڳو. جججهي انداز ۾ پيداوار ٿيڻ سبب رعيت ۾ ڪافي خوشحالي پيدا ٿي. هر ماڻهو مڃي ماني لائق ٿيو. ابن بطوطہ سنڌي ماڻهن جي خوشحاليءَ بابت لکي ٿو:

"ان واهہ جي ڪنارن سان گدرن ڪانسواءِ ڪنهن ٻيءَ جنس جي پوک ناهن ڪندا. هن شهر جا ماڻهو جوئر ۽ مترن

جي ماني کائيندا آهن. مڇي هن شهر ۾ تمام گهڻي آهي ۽ مينهن جي کير جي به گهڻائي آهي." (1)

کير جي گهڻائيءَ مان سڌ پئي ٿي ته اهو علائقو سرسبز هو. ماڻهن جي سکئي ستابي هجڻ سان گڏوگڏ ڍور ڍڳن کي به گاهه پٽو جام ملندو هو.

هوڏانهن ٺٽي پرڳڻي ۾ خان واهه جي کري، زراعت ۾ انقلاب اچي ويو. ماڻهو ايترا ته خوش هئا. جو ماهه ڀرين سومر تي مڪليءَ تي گڏ ٿي شادمانا ملهائڻ لڳا. مولائي شيدائي لکي ٿو:

"هتان جا ماڻهو نهايت سکيا هئا. هر مهيني، ماهه ڀريون سومار، جمعو ۽ چوڏهين تاريخ شادمانا ٿيندا هئا. انهن موقعن تي مڪليءَ جي رونق ڏسڻ وٽان ٿيندي آهي." (2)

سنڌ جي حڪمرانن جو باغات سان پڻ تمام گهڻو لڳاءُ هو. ڀيرلوءَ وٽ تمام وڏو باغ هو. هن باغ ۾ همايون، شيرشاهه سُوريءَ کان شڪست کائي لڳ ڀڳ ٻن لکن سپاهين سميت اٺ مهينا ته سوهو. سيوهڻ ۽ ٺٽي ۾ پڻ تمام گهڻا باغ هئا. ٺٽي جي ويجهو جوڻ کي سڏيو ٿي باغن جو شهر ويندو هو. انهن باغن ۾ ڪارڪون، انب، ليمان ججهي مقدار ۾ ٿيندا هئا. اڄ به خيرپور جون ڪارڪون ٻاهرينءَ دنيا ۾ موڪليون وينديون آهن. ڏاڙهون ارغونن جي اچڻ کانپوءِ ٻوڪيو ويو. جيڪو پڻ گهڻي انداز ۾ ٿيڻ لڳو.

ارغونن جي اچڻ سان سمورين خوشين ۽ شادمانا رنج ۽ غم ۾ تبديل ٿي ويا. سنڌ جنهن کي ايشيا جو باغ ڪري ليکيو ويندو هو. اهو ڌارين جي مسلسل جنگين ۾ گهوڙن جي سنبن سان پيلايو ويو. اڳ ڪڙمي ڏاتا ڪٽي، ٻاڻ ۾ گڏجي فصلن جو لابارو ڪندا هئا پر پوءِ ڌارين تلوارن سان انسانن جي سرن جو لابارو ڪرڻ شروع ڪيو.

سمن سلطانن ڏينهن رات محنت ڪري، اقتصاديات کي جيڪو فروغ پهچايو هو. ارغونن ان تي ڏينهن رات گهوڙا ڊوڙائي، مٽيءَ جا وڏا تهه چمائي ڇڏيا. انهن لاءِ ملڪي ترقيءَ جو دارومدار قوت ۾ هو ۽ اقتصاديات تلوار جي تيز ۽ تکي ڌار ۾ هئي، جنهن جي وسيلي هو جنهن به وقت چاهين مسڪين رعيت تي راتاها هڻي، مال غنيمت گڏ ڪري پئي سگهيا.

1541ع ۾ همايون بادشاهه ٻاڻ سان گڏ نيون مصيبتون ڪٺي اچي سنڌ ۾ نازل ٿيو. "وڙهن ساڻ ۽ لتاڙجن ٻوڙا" جي مصداق همايون جي ڪري سموري سنڌ ۾ هٿرادو ڏڪار برپا ڪيو ويو. هن ڏڪاريل بادشاهه جتي به پير پئي پاتو. اتان جا سمورا بيٺل فصل ۽ ساول کي ٻاهيون ڏيئي ويران ڪيو ويو ۽ لشڪر جي رهائش جهڙيون عام جايون ڊهرائي پٽ ڪري ڇڏيائون. حسام الدين راشدي لکي ٿو:

"سنڌ ۾ سندس پهچڻ کان ڀريان جنگي قانون مطابق شاهه حسن بيٺل فصل

تباهہ ڪرائي ڇڏيا، جيئن سندس گهوڙن جو گهاءُ داڻو ۽ لشڪر جو ان مهيا ٿي نہ سگهي." (3)

جتي جتي همايون پير پٽي گهمايا، اتي اگ ٿي ويراني ۽ تباهي برپا پٽي ڪٽي وٺي. همايون جي اچڻ کان پوءِ سنڌ جي بدحاليءَ جو جيڪو منظر تاريخن ۾ اچي ٿو، اهو هن ريت آهي:

"شاهہ حسن پنهنجن اميرن سان صلاح ڪري فيصلو ڪيو تہ همايون، مرزا ڪامران ۽ مرزا عسڪريءَ جي مخالفت سبب ضرور هيڏانهن ايندو، تنهنڪري اچ کان وٺي بکر تائين درياهہ جي ٻنهين ڪنارن کي ويران ڪري ٻوڪ کي ختم ڪيو ويجي. جڏهن شاهہ حسن کي همايون جي اچڻ جيءخبر ملي تہ ان ڀرلوءِ جي "چار باغ" کي جنهن ۾ هر قسم جون عمارتون ۽ بچاءُ جو سامان موجود هو ۽ بکر کان وٺي سيوهڻ تائين سمورين جڳهن ۽ ڳوٺن کي ويران ڪرائي ڇڏيو." (4)

"بکر جي حاڪم محمود خان ڪوڪلتاش، جيڪو مرزا جو خاص غلام هو، قلعي بندي ڪري، اوسي پاسي واريون ٻنيون ڀيلائي ناس ڪرائي ڇڏيون. جنهن بہ ڪڙميءَ ڪٽي ڪو زمين ٽڪر آباد ٿي ڪيو تہ هن پنهنجي ساڙ ڪان، ان جي ڪل لهرائي بهہ سان ڀرائي ٿي ڇڏي، حالتون وچي اهي ٿيون جو ماڻهن ٻاٺيءَ ۽ ٻوسل جي گاهہ ڪانسواءِ ان ڪٿو اکين سان ڪونہ ٿي ڏٺو. مانيءَ ڳيو انسان جي جان برابر، بلڪ ان کان بہ مٿي، هرڪو ماني ماني ڪندو مرندو ٿي رهيو." (5)

"ان هوندي بہ همايون اٺ مهينا بکر ۾ رهي پيو. ان ڪانپوءِ همايون جيئن ٿي سيوهڻ لاءِ راهي ٿيو تہ شاهہ حسن وري سيوهڻ جي چوڌاري تباهي مچائي ڇڏي. همايون جڏهن سيوهڻ پهتو تہ اتان جا باغ شاهہ حسن ويران ڪرائي ڇڏيا. نتيجو اهو نڪتو تہ همايون جو لشڪر بک وگهي پنهنجا گهوڙا کهي کائڻ لڳو ۽ جوئر جو سير في اشرفي بہ نہ ٿي مليو." (6)

مطلب تہ 1541ع کان وٺي 1543ع وارو عرصو سنڌ لاءِ عذاب الاهي بڻجي ويو. ان هترادو ڏڪار عام رعيت لاءِ جيئڻ ٿي حرام ڪري ڇڏيو. مانيءَ ڳيي لاءِ انسان، انسان جو دشمن بڻجي ويو. بک بدحاليءَ ايترو تہ زور ورتو جو ماڻهو هڪ ويلو کائڻ لاءِ ٻي انسان جي خون وهائڻ ۾ بہ عار محسوس نہ ٿي ڪيو.

شاهہ حسن پاران ڪنهن بہ فصل ڪرڻ جي سزا موت جو اعلان ڪيو ويو. جيڪڏهن ڪنهن ڪڙميءَ ڪنڊ پاسي، ٻوڪي راهي ڪرڻ جي جرئت ٿي ڪئي تہ ان جي جيئري ٿي کل لهرائي ٿي وٺي، جنهن جي ڊپ کان عام رعيت پنهنجي وطن کي ڇڏي ٻين رياستن ڏانهن وڃڻ لڳي. ان بابت اسان سنڌ جي انهن عالمن جو مثال ڏيئي سگهون ٿا، جيڪي سنڌ ۾ بک ۽ سڃ ڏسي هميشہ لاءِ جلاوطن بڻجي ويا.

هڪ ٻي روايت جيڪا تاريخ جي سيني ڪتابن ۾ هڪ ئي انداز سان نڪيل آهي، تہ هڪ ماءُ بک ۽ بدحاليءَ سبب پنهنجي ڏيهہ کي الله نگهبان چئي ڪنهن ٻي

رياست ڏانهن پٺي وٺي. رستي ۾ ڪنهن اهڙي جهنگل ۾ اچي پهتي جو ٻري ٻري تائين آبادي جو نانءُ نشان نظر نہ ٿي آيو. سيني کي ايتري تہ سخت بک لڳي جو انهن لاءِ اڳتي وڌڻ يا پوئتي موٽڻ مشڪل ٿي پيو. پنهنجي جگر جي ٽڪرن کي بک وگهي مرندو ڏسي، ماءُ چيو:

"توهان کي هن حال ۾ ڏسي نٿي سگهان. تنهنڪري مون پنهنجو خون توهان کي معاف ڪيو. توهان مون کي ڪهي ڪائو ۽ منهنجو ٻچيل گوشت رستي جو ٿمر بڻايو. من ڪنهن سلامتيءَ واري جاءِ تي وڃي پهچو." (7)

اها روايت ڪيتري قدر صحيح آهي، اهو هڪ جدا بحث آهي، پر ان مان اسان کي ارغونن جي معاشيات جو پتو پئجي ٿو وڃي.

مقصد تہ ارغونن جو سنڌ جي معيشت ۽ پيداوار سان ڪوبہ لڳاءُ نہ هو. رعيت ڪيئن ٿي اپائي، ان جو گذران ڪهڙي نموني ٿو ٿئي، ويلي تي ڪنهن غريب غربي کي مانيءَ جو گيو نصيب ٿئي ٿو يا نہ، ان سان انهن جو ڪوبہ واسطو نہ هو. انهن صرف تلوار جي زور تي مفتوح سنڌين کان ڍرڻ پٽي چاتو ۽ بس.

## حڪومتي جوڙجڪ

ارغونن سنڌ کي انتظامي طور تي ٽن يونٽن ۾ ورهايو هو. بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽو. ٽنهين يونٽن جا جدا جدا عملدار مقرر ٿيل هئا. ڍل ۽ محصول وغيره جي اوڳاڙي بہ اهي ئي عملدار ڪندا هئا. ڍل اڳاڙڻ جو اهو ئي پراڻو طريقہ ڪار هو. جنس يا روڪڙ، پنهين صورتن ۾ ڍل وصول ڪئي ويندي هئي. ڍل هڪ قسم جو بهانو هوندي هئي ڏيهي ماڻهن کان ڦرلٽ لاءِ. "ڏاڍي جي لٺ کي ٻہ مٿا" جي مصداق ارغون امير جڏهن وقت بہ چاهيندا هئا تہ غريب غربي جي گهر ۾ گهوڙي سميت ڪاهي پوندا هئا. انهن کان پڇا ڳاڇا ڪرڻ وارو بہ نہ هوندو هو. هاري ويچارو گذر سفر ڪرڻ ۾ پورو هوندو هو ۽ حڪومتي ڪارندا سموري ميڙي چوندي ڪٽي وڃي ڪوٺن ۾ بند ڪندا هئا. پر جيڪڏهن ڪو غريب ماڻهو انهن خلاف مٿي دانهيندو هو، تہ ويتر آزار ۾ پئجي ويندو هو. انصاف تہ انصاف جي ماڳ پر اڃا بہ هڙئون ڏيٺي جان آجي ڪرائڻي پوندي هئس.

سنڌي معاشرو ٽن طبقن ۾ ورهايل هو. هڪڙا ڏاريا هئا، جيڪي صاحب اقتدار هئا. جن جي هٿن ۾ هميشہ اگهاڙي تلوار هوندي هئي. ٻيو طبقو سنڌ جي وڏيرن جو هو، جن جو ٿورو ڪي گهڻو صاحب اقتدار تائين اثر رسوخ هوندو هو ۽ اهي خوشامد ۽ چاپلوسي ڪري ڪجهہ نہ ڪجهہ حاصل ڪري وٺندا هئا. ٽيون طبقو هو هنرمندن، ڪاريگرن ۽ پوڪي راهي ڪندڙن جو، جيڪي هميشہ ظلمن ۽ زيادتي جو شڪار پئي ٿيندا هئا. مطلب تہ انڌيرنگري هئي ۽ چرپٽ راجا هو. "جيڪو ڏاڍو سو ڳابو".

عدالتي نظام ۾ بہ ارغونن ڪا خاص تبديلي ڪونہ آندي. اهوئي ڳنڍ پيڙهہ طريقيڪار رائج هو قاضيءَ جو عهدو ڪنهن حڪومتي عالم جي حوالي هوندو هو. ٺٽي، بکر ۽ سيوهڻ ۾ قاضي مقرر ٿيل هئا. انهن قاضين مٿان، قاضي القضاة هوندو هو. جنهن کي اڄ جي چيف جسٽس جهڙا اختيار هوندا هئا. شروعات ۾ قاضي القضاة جو عهدو اڳ جيان قاضي قادن جي حوالي ڪيو ويو. جنهن ارغوني دهشت، ظلم ۽ زيادتيءَ اڳيان پاڻ کي ڪمزور ۽ بي اختيار پائيندي، استعيفا ڏيئي، مديني وڃي رهائش اختيار ڪئي.

قاضي قادن جي ڇڏي وڃڻ ڪان پوءِ، وري ان جي پاءُ قاضي نصرالله کي مقرر ڪيو ويو. جنهن کي پڻ تمام جلد انهيءَ جوابداريءَ تان هٽائي، شيراز مان آيل قاضي شڪرالله شيرازي کي قضا جي مسند سان نوازيو ويو.

تحفتہ الطاهرين ۾ هن سيد سڳوري جي انصاف پروريءَ بابت هڪ عجيب غريب روايت نقل ٿيل آهي. جنهن جو استفادو ڪجهہ هن ريت آهي :

"هڪ پيري هڪ عام ماڻهوءَ شرعي ڪورٽ ۾ سيد سڳوري وٽ شاهہ حسن خلاف فرياد داخل ڪرائي. قاضي صاحب عام جوابدار جيان شاهہ حسن ڏانهن سمن موڪلي ڪيس عدالت ۾ گهرائي ورتو. شاهہ حسن کي فيصلي ٿيڻ تائين فريادي سان گڏ بيهاريو ويو. جڏهن فريادي سان انصاف ٿيو، يعني فريادي کي پنهنجو جائز حق ولي ڏنائين. ان ڪانپوءِ ٿي شاهي آداب بجا آڻيندي، شاهہ حسن جو آدرپاءُ ڪيائين."

حالانڪہ حقيقت اها آهي تہ ارغونن جي دور ۾ انصاف نالي ماتر بہ ڪو نہ هو. فريادي جيڪڏهن حڪمران ڌر جو هوندو هو ۽ جوابدار وري ڏيهي ماڻهو هوندو هو تہ پوءِ جوابدار جي رن ۽ رلهيءَ جو خير نہ هوندو هو. مطلب تہ عدالتون بہ امير امراءَ ۽ اثر رسوخ وارن لاءِ دفاع جو ذريعو هونديون هيون. قاضي عام طور رشوت خور ۽ بي ايمان هوندا هئا. ۽ هر وقت حڪومت جي خوشنوديءَ ۾ پورا هوندا هئا. اهوئي سبب آهي جو سنڌ جا حق پرست ۽ انصاف پسند عالم سڳورا، ارغونن جا منظور نظر بڻجي نہ سگهيا. ارغونن پنهنجي خوشنودي ۽ چاپلوسي ڪندڙ عالم بہ ٻاهران گهرايا. انهيءَ ڪري عام غريب غربو پنهنجي راجوڻي فيصلي تي وڌيڪ ڀاڙيندو هو ۽ پنهنجو پاڻ ۾ ڏئي ولي راضي ٿي ويندو هو. پر انهن راجوڻن فيصلن ۾ بہ جوءِ جي وڏيري، اثر رسوخ ۽ طاقتور جو جڳهو عمل دخل هوندو هو. هندو ۽ غير مسلم لاءِ وري پنچائت وارو طريقيڪار رائج هو. جيڪو گهڻي ڀاڱي اڄ تائين ساڳي ئي انداز سان هلندو ٿو اچي.

ارغون اڳرائي پسند هئا. هو ٻاهرين وايومنڊل کي پنهنجي خلاف پائيندي، ٻاهرين دشمن جي راتاهي هڻڻ کان اڳ پاڻ ۾ گڏجي صلاح مشورو ڪندا هئا. جنگ جي سمورن پاسن پهلوئن تي غور ويچار ڪندا هئا. پوءِ جيڪڏهن هو پاڻ کي ان لائق سمجهندا هئا ته جنگ ڪرڻ ۾ ڪين جيت ٿيندي ته پوءِ ويڙهه لاءِ ڪمر کي چڪي ٻڌندا هئا. نه ته ٻي صورت ۾ هو دوبدو مهاڏو اٽڪائڻ کان پاسو ڪندا هئا. پر جڏهن هو جنگ لاءِ سنبرندا هئا ته انهن جي اها ڪوشش هوندي هئي ته وقت وڃائڻ بجاءِ حملي آور جي پهچڻ کان اڳ، پاڻ وڃي، انهيءَ جي سرحدن ۾ ٽپي انهن تي راتاهو هڻندا هئا. مثال طور جڏهن شاهه حسن کي ملتان جي لانگاهه حڪومت جي اندروني ڦوٽ ۽ اميرن جي اٿيٽت جي سڌ پئي ته سواءِ وقت وڃائڻ جي ملتان تي ڪاهي ويو. صلح ۽ ناهه جي ڳالهين ميڄڻ بجاءِ انهن جو سمورو الهه تلهه ٻهاري وڃي دم پٽيو. يا وري جڏهن ڪيس ڪڇ جي راءِ جو ڏمڪيءَ ڀريو خط مليو ته شاهه حسن، راءِ ڪنگهار جو انتظار ڪرڻ بجاءِ ڪڇ تي ڪاهي ويو ۽ فتح ماڻي موٽيو.

عام طور ارغون لشڪر کي ٻن حصن ۾ ورهائيندا هئا. هو ٻهريان چونڊ بهادرن جو هڪ ننڍڙو لشڪر روانو ڪندا هئا. جيڪي پنهنجي بهادري ۽ جوانمرديءَ سبب سامهون واري لشڪر سان مهاڏو اٽڪائيندا هئا ۽ بعد ۾ پٺيان باقي سمورو لشڪر اچي ڪين مددگار ٿيندو هو. انهيءَ سبب اڳيون لشڪر بي همٿ ۽ بي دلو ٿي پوندو هو ۽ ارغونن بابت تعين ڪيل طاقت جو اندازو ريزه ريزه ٿي پوندو هو.

شاهه بيگ ارغون سنڌ ۾ جيڪي به جنگيون ڪيون، انهن ۾ سندس اهائي جنگي حڪمت عملي ڪارفرما هئي، ۽ ضرورت پوڻ وقت هو پنهنجي لشڪر کي اڃا به وڌيڪ حصن ۾ ورهائيندا هئا. مثال طور شاهه حسن جيڪا ڪڇ جي حڪمران تي فتح ماڻي، انهيءَ فتح ۾ شاهه حسن جي انهيءَ پاليسيءَ جو وڏو عمل دخل هو. جو ان پنهنجي لشڪر کي ڇهن ننڍڙن ٽولن ۾ ورهائي هلان ڪئي هئي.

ان کان پوءِ جڏهن همايون بادشاهه سنڌ تي ڪاهي آيو ته شاهه حسن ساڻس سڌو سنئون مهاڏو اٽڪائڻ بجاءِ، ڇاپا مار جنگي حڪمت عملي تي عمل ڪندو رهيو. همايون کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ ان سموري سنڌ کي پيلائي ناس ڪري ڇڏيو. واپارين کي منع ڪئي ته اهي همايون جي لشڪر سان ڪابه ڏيتي ليتي نه ڪن ۽ ميربحرن کي ٻيڙين مهيا ڪرڻ کان به روڪي ڇڏيو. آمدرفت جا سمورا رستا، هڪ ٻي کان ڪٽائي ڇڏيا. اهڙي طرح شاهه حسن، همايون بادشاهه سان اڍائي سالن تائين سرد جنگ جاري رکي آيو.

جهڙي طرح شاهه بيگ ارغون، سبي ۽ شال تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ اتان جي بلوچ قبيلن کي پنهنجي فوجي لشڪر ۾ ڀرتي ڪيو هو، اهڙي طرح سنڌ ۾ به انهن فوجي لشڪر جي واڌاري لاءِ سنڌي قبيلن کي پنهنجي فوجي لشڪر ۾ شامل ڪري

ڇڏيو. ملتان ۽ ڪڇ واري ڪاهه وقت تمام گهڻو سنڌي لشڪر ارغون لشڪر سان گڏ هو. ۱

هو ڀالن، نيزن ۽ تلوارن هلائڻ ۾ وڏي مهارت رکندا هئا. جنگي گهوڙن کي وڏيون شالون ڀارائيندا هئا. جن ڪان سنڌي گهوڙا تاهم ڪاٺي ڀوٺتي هتندا هئا. ارغون دور ۾ سنڌ تي ڪنهن به ٻاهرين حڪمران حملو ڪونه ڪيو، سواءِ همايون بادشاهه جي جيڪو پڻ پناهه جي ڳولا ۾ ڀٽڪندو اچي سنڌ پهتو هو. باقي ارغون حڪمران خاص ڪري سنڌ جي اندروني قبيلن سان وڙهندا رهيا.

لاڙڪاڻي جي ڏاريجن، قمبر جي سانگين ۽ ابڙن، شهداد ڪوٽ ۽ ڳڙهي خيري جي سميجن، ٻگهين ۽ لاڪيرن، بکر، اباوڙي ۽ ڀٽي واهڻ جي ڏاريجن، جتوئين، مهرن ۽ ڏهرن، باغبان جي ماڇين، نصرپور جي سميجن ڪوتڙيءَ جي شورن ۽ دلن. مقصد تہ سنڌ جا سمورا قبيلا پنهنجي پنهنجي منهن ارغونن سان جنگ جوٽيون رهيا ۽ ارغونن کي سندن سمورن 36 سالن جي دور حڪومت ۾ هڪ بہ ڏينهن آرام ڪرڻ نہ ڏنو.

### ادبي اوسر

سومرن جي دور ۾ سنڌي ادب جو جيڪو ڏيئو روشن ٿي چڪو هو. ان جي اوسر ۽ واڌاري لاءِ سمن حڪمرانن پڻ ڪافي پاڻ ملهايو. سمن جي دور ۾، سنڌ جي هر مرڪزي شهر ۾ علم ۽ ادب جو ميلو متو پيو هوندو هو. پر ارغونن جي دور ۾ سنڌي ادب کي ڪاپاري ڌڪ رسيو. سرڪاري طور پارسي ٻوليءَ جي حوصلہ افزائي ٿيڻ لڳي. ڏيهي عالمن بجاءِ، ارغونن وٽ شيراز، قندار، ڪابل ۽ ايران مان آيل عالمن جي همت افزائي ٿيڻ لڳي. قاضي قادن جو بہ، شروعاتي مددگار ۽ مرشد ڀائي هجڻ سبب ارغونن وٽ اثر رسوخ هيو، پر بعد ۾ ان بہ پاڻ کي غيراهم ۽ غير اختيار محسوس ڪندي، استعفيٰ ڏيئي مديني وڃي رهائش اختيار ڪئي. ان هوندي بہ سنڌ جي سڄاڻ طبقي ۽ عالمن سنڌي ادب جي اوسر لاءِ پاڻ پتوڙيو انهن حڪمرانن جي خوشنودي ڪرڻ ۽ انهن جي شان ۾ ثناگوئي ڪرڻ بجاءِ، پنهنجي مادري ۽ عوامي ٻوليءَ تائين پاڻ کي محدود رکيو. انهن شاعرن ، انسانيت جي ڀلائي، چڱائي ۽ ڪاميابيءَ جو درس سنڌي ٻوليءَ ۾ ئي ڏيڻ جاري رکيو.

سنڌي ادب جي ارتقا ۽ اوسر لاءِ جن شخصيتن پاڻ ملهايو انهن مان ڪجهہ هي آهن.

### قاضي قادن

قاضي قادن جي خاندان جي باري ۾ سياسي جائزي ۾ ٻڌائي چڪا آهيون. ادبي طور هي صاحب سنڌيءَ جي بنيادي شاعرن مان هڪ آهي. هن سنڌي شاعريءَ ۾ ڪيترائي تجربا ڪري سڌارا آندا. اڄ جنهن رنگ ۽ ڍنگ سان سنڌي بيت اسان تائين پهتو آهي. ان ۾ قاضي قادن جو تمام گهڻو حصو آهي.

قاضي قادن جا شروع ۾ ڪل ست بيت مليا هئا. تازو هيرو ٺڪر تحقيق ڪري تقريبن هڪ سئو ڏهه بيت ڳولي هٿ ڪيا آهن. جيڪي فني لحاظ کان پنهنجي مٽ پاڻ آهن. بيتن ۾ تجنيس حرفي ۽ ماترائن جو بهترين نمونو استعمال ڪيو ويو آهي. قاضي قادن جي بيتن ۾ بي همت سست ۽ ڪاهل ماڻهن کي جدوجهد ۽ جاکوڙ جو درس ڏنل آهي. هن عام رعيت کي پنهنجي انداز فڪر سان اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته ننڊ، نياڳ جي نشاني آهي. منزل ماڻڻ لاءِ جاڳڻو پوندو. من جون مرادون ماڻڻ لاءِ جاڳڻو پوندو. جاڳڻ ئي ڪاميابي جو پهريون ڏاڪو آهي. مثال طور:

سُتو ڪي هڻ ساءِ، تو مي ڪبر ڳڙي
وهڻ ٿيائين ڪاءِ، جتي تنهنجو تڪيو

سُتو هُتو جاڳ، راتڙي پسيئه وهائيان
متئين ٿيوءِ ڀاڳ، پرين وسارڻ ۾ ڪر

قاضي قادن جو مطالعي سان گڏوگڏ مشاهدو به وسيع هو. هو مسلسل ڇئن حڪمرانن سان قاضي جي عهدي تي رهي چڪو هو. تنهن ڪري هو حڪمرانن جي غلط فيصلن سبب عوام تي پوندڙ اثرن کان به واقف هو. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ حڪومتي هوس خاطر هڪ ئي خاندان جي فردن کي وڙهندي به ڏٺو ۽ ارغوني لشڪر هٿان ڏيهي ماڻهن جو قتل عام به ڏٺو. هن همايون جي سنڌ ۾ اچڻ سبب هئرادو ڏڪار جون تباهه ڪاريون به ڏٺيون هن بيت ۾ اهڙي ئي وايو منڊل جي عڪاسي ٿيل آهي.

توبهه ڪري نه باهڙي، باهڙي توبهه ڪرين،
ڪيهي سادي هٿ ۾، رڏي اُجاڙين.

### مخدوم نوح رحه

مخدوم نوح رحه خدا جي پيارن ٻانهن مان هڪ هو. سنڌ ن ڪيل عرض، الله تعاليٰ وٽ تمام تڪڙو اگهامندو هو. روايت ۾ اچي ٿو ته پاڻ هڪ دفعي ڦرهيءَ کي ميٽڻ لاءِ واهه جي ڪناري وجي ويٺا ته مٿن ڪشف نازل ٿيو. حضور صلي الله عليه وسلم جن ۽ حضرت علي رضه جن جي زيارت نصيب ٿي. پاڻ سڳورن مخدوم نوح جي ڦرهيءَ تي ڪجهه سٽون لکيون ۽ کين حڪم ڪيو ته "اهوئي ڪافي آهي."

مخدوم نوح جي مريديءَ جو حلقو به وسيع هو. ماڻهو سندس حڪم جي پوئواري ڪرڻ ۾ خوشي ۽ ثواب محسوس ڪندا هئا. جڏهن همايون بادشاهه کي سيوهڻ کان روهڙي وڃڻ لاءِ ٻيڙين جي ضرورت پئي ۽ ميربحرن شاهه حسن جي حڪم سبب انڪار ڪيو ته همايون مخدوم نوح رحه کان مدد گهري جنهن شاهه حسن جي حڪم خلاف همايون کي ٻيڙيون مهيا ڪري ڏنيون. جن وسيلي هو

سيوهڻ مان نڪري روهڙي پهتو.

مخدوم صاحب حق ۽ سچ چوڻ ۾ وڏو بيباڪ هو. مرزا باقيءَ جهڙي ظالم ۽ شڪي مزاج حڪمران ڪي بہ منهن تي چٽي ڏيندو هو. هن ئي اڪبر بادشاهہ کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ دعا ڪئي هئي. ان مان لڳي ٿو تہ مخدوم نوح جو ارغون ۽ ترخان حڪمرانن جي پيٽ ۾ مغل حڪمرانن ڏانهن وڌيڪ لاڙو هو.

مخدوم نوح رحہ، سنڌيءَ سان گڏوگڏ عربي ۽ پارسي تي بہ ڪافي عبور رکندو هو. برصغير ۾ قرآن شريف جو، پارسي ۾ جيڪو پهريون ترجمو ڪيو ويو هو. اهو مخدوم نوح رحہ جي محنت جو ڦل هو. شاعري سان بہ سندس ڪافي لڳاءُ هو. هيٺيون شعر سندس جوڙي پڌايو وڃي ٿو.

پيڻي جا پرڀات، سا ماڪ مَ ڀانئيو ماڻها،
روئي ڇڙي رات، ڏسي ڏکوين کي.

*شاهہ ڪريم بلڙيءَ وارو*

ارغون دور جو تمام وڏو شاعر شاهہ ڪريم بلڙي وارو آهي. شاهہ ڪريم متيارين جي شهر ۾ سن 1538ع ۾ جنم ورتو. ڀاڻ ننڍپڻ ۾ ئي شعر شاعري ڏانهن لاڙو رکندڙ هو. ان پنهنجي زندگيءَ جا تقريبن سترنهن سال ارغون دور ۾ گذاريا. ان پنهنجي لافاني ڪلام ۾ سُرمارئي ڳائي، ماروئڙن کي وطن جي حب ڪان آگاهي ڏني.

شاهہ ڪريم الله لوڪ ۽ وڏي مان مرتبي وارو هو. سنڌ جي اهم گادين مان سندس گادي بہ هڪ هئي. سندن پيري مريدي سموري سنڌ ۾ پکڙيل هئي. هن درس تدريس جو وسيلو پنهنجي شاعري کي بڻايو. سندس شاعري ۾ سچائي، حق پرستي ۽ انصاف پروريءَ جو پيغام ڏنل آهي.

ڪاٺياريون ڪٺن ڪن، عمر اجا ڪپڙا،
جني جا ٿرن ۾، ور ٿا وڻ سهن.

پاٿيءَ مٿي جهوپڙا، موڪ اڄ مرن،
دانهون ڪن مٿن، جيئڻ دم نہ سڄاڻن.

سوئي هيڏانهن سوئي هوڏان سوئي من وَسي،
تي هين سنڌي سوجهري، سوئي سو پسي.

## ارغونن جي پڄاڻي

ظلم جي ابتدا جيان، ظلم جي انتها بہ حيرت انگيز ٿيندي آهي. وحشت جي انڌي گهوڙي تي سوار ٿي، تلوارن جي ٽڪرجڻ سبب ايرندڙ چمڪ ۾ سنڌ لاءِ رونما ٿيندڙ ارغون لشڪر جي پڄاڙي بہ هوبهو اهڙي ئي نظر اچي ٿي. تاريخ جا ورق ورائڻ مان سڌ پوي ٿي تہ بابر جي حشمت کان ڊڄي، ارغون پنهنجي ننگن جي اجهي لاءِ، سنڌ جي امن پسند عوام مٿان ظلم جا پهاڙ ڪيرائيندي، ڪيترن ئي مجبور انسانن کان اباڻا ڪک بہ کسي ورتا. پر اڄ اسان کي سنڌ جي ڪنهن بہ شهر ٺوڙي پهراڙيءَ ۾ ڪٿي بہ ارغون ذات نالي سڃاڻندڙ ڪو هڪ ڄڻو بہ نظر نہ ٿو اچي.

حقيقت ۾ ارغونن جي انتها تہ ان ڏينهن ٿي چڪي هئي جنهن ڏينهن ارغونن جي اهم جرنيل مير فاضل وفات ڪئي هئي. ان ڪانپوءِ ٺيڪ اُن ڏينهن بعد شاهہ بيگ ارغون جي ظلمن کان بہ سنڌ واسين کي ڇوٽڪارو مليو. جنهن ڪانپوءِ شاهہ حسن پنهنجو ڏهڪاءُ ۽ حڪمراني بحال رکڻ لاءِ مسلسل وڙهندو ۽ لڙندو رهيو. سندس سڄي زندگيءَ ۾ هڪ ڏينهن بہ اهڙو نظر نٿو اچي، جنهن ۾ هن وحشيءَ کي آرام ۽ سڪون ملي سگهيو هجي. اندروني يا بيروني جنگين سبب شاهہ حسن ڪڏهن بہ تلوار مياڻ ۾ ڪانہ وڌي. خاص طور همايون جي معزوليءَ کان پوءِ شاهہ حسن ھڻ ٽپڻ ۾ اچي ويو.

تہ هو ڪنهن جي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿئي. هڪ طرف معزول بادشاهہ هيو، ٻئي پاسي شير شاهہ جو وڏندڙ دٻدٻو. نيٺ پنهنجي سياسي صلاحڪارن جي مشوري بعد، شاهہ حسن ايرندڙ طاقت کي سلام ڪرڻ ۾ پنهنجي بهتري ڄاڻي همايون خلاف محاذ ڪڙو ڪيو. هر گهٽ گهير تي همايون جي ڀرپور مزاحمت ڪئي. هڪ وطن، ثقافت ۽ تهذيب جي پيروڪارن ۾ اهو پهريون موقعو هيو جو سنڌ جي ڌرتيءَ تي اگهاڙيون تلوارون ڪڍي هڪ ٻئي سامهون ٿيا هيا. ان ڪان پوءِ انهن جي ايڪي ۽ اتحاد ۾ ڏار پوڻ هڪ فطري عمل هو. جتي شاهہ حسن، همايون کي ڪمزور ۽ هيڻو ڪرڻ خاطر سموري سنڌ ويلائي ڇڏي هئي، اتي سلطان محمود خان همايون کي مدد ڪندي پنج سئو خرار اَن ۽ ٻيو گهڻو ڪجهہ ضرورت جو سامان همايون ڏانهن موڪلي خوشنودي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پاليسين ۾ فرق پنهنجي ويو. شاهہ حسن جنگي حڪمت عمليءَ جو مظاهرو ڪندي سنڌس رسد جا سمورا رستا روڪيندو رهيو ۽ اهو اعلان ڪرايو تہ جنهن بہ همايون جي مدد ڪئي تہ ان جي ڪل لهرائي پَهہ سان پرائي ويندي. پر سنڌس ئي لشڪر جا بہ اهم مهندار همايون جي ڀرپور مدد ۽ سهائتا ڪرڻ لڳا. ٺٽي جي گورنري مرزا عيسيٰ ترخان کي سونپيل هئي،ان پڻ همايون جي بي انداز مدد ڪئي. هَمايون جڏهن سنڌ ۾ وڌيڪ ترسڻ پنهنجي خلاف سمجهيو تہ هن خراسان وڃڻ لاءِ سانباها ڪرڻ شروع ڪيا ۽ علي پور جي ڀرسان ڪوٽ ڪان درياهہ پار ڪرڻ چاهيو، جنهن لاءِ ڪيس ٻيڙين جي ضرورت پئي. پر مرزا شاهہ حسن علائقي جي ميربحرن کي منع ڪري ڇڏي هئي، تہ ڪو بہ همايون کي ٻيڙيون مهيا نہ ڪري. اها خبر جڏهن مرزا عيسيٰ ترخان کي پئي تہ هن اهڙي ورتاءَ جي ڪري شاهہ حسن کي سمجهائڻ گهريو. پر هي انهن انسانن مان هو، جيڪي هر ايرندڙ سج جا سلامي هوندا آهن. شاهہ حسن سنڌس هڪ بہ نہ ٻڌي ۽ پنهنجي فيصلي تي اٽل رهيو. نيٺ مرزا عيسيٰ ترخان، همايون لاءِ ٻيڙين جو بندوبست ڪيو. تاريخ طاهري ۾ اچي ٿو:

"مرزا عيسيٰ ترخان پنهنجي عزت ۽ بادشاهہ جي خدمت جو خيال رکندي اهو ڪي ڪيو جو بادشاهن جي خيرخواهہ بندن کي ڪرڻ گهرجي. هن ٻيڙيون، اٺ ۽ ٻيو سامان بادشاهہ وٽ ڏياري موڪليو ڪانئس ٻيو بہ جيڪي پڳو تنهن ۾ بہ ڪسر باقي نہ رهايائين. (1)

ٺٽي ۽ بکر ڪانپوءِ سيوهڻ جو قلعو اهم هو. ان قلعي جي سنڀاليندڙن همايون جي اچڻ جو ٻڌي، ويجهڙائي وارا سمورا باغ ۽ فصل ويلائي ڇڏيا ۽ مسلسل ستن مهينن تائين همايون خلاف محاذ ڪڙو ڪيون بيٺا رهيا. آخرڪار مجبور ٿي ڏڪار سبب پڪ وکهي مرڻ کان اڳ همايون بکر ڏانهن واپس وريو.

هڪ ڳالهہ جيڪا همايون جي اچڻ کان پوءِ واضح طور سامهون اچي ٿي، اها آهي ارغوني لشڪر ۾ اندروني ڇڪ ڇاهہ ۽ قومي هڪ جهڙائيءَ جي نہ هجڻ جي.

همايون کي ترخان ۽ ڪوڪلتاش قبيلن جي سردارن ته ڀرپور مدد ڪئي، پر سيوهڻ جي قلعي جي مهنداري جيئن ته ارغونن جي هٿ هيٺ هئي، تنهنڪري همايون کي سخت مزاحمت کي منهن ڏيڻو پيو.

شاهه حسن جيئن تيئن ڪري همايون جي شڪل ۾ آيل ان طوفان سان منهن ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. پر ان طوفان ارغون لشڪر جي دلين ۽ ذهنن مان هڪ ٻئي لاءِ محبت ۽ پنهنجائپ وارو جذبو ختم ڪري ڇڏيو، جنهن جذبي تحت انهن سنڌ، ملتان ۽ ڪڇ تي ڪاهون ڪيون هيون ۽ فتح حاصل ڪئي هئي.

همايون کي جنهن به مدد ڪئي انهن سمورن جي ڄاڻ شاهه حسن کي پهچي چڪي هئي. سنڌين کي ته مختلف سزائون ڏيئي ان پنهنجو دٻدٻو بحال رکيو ۽ پنهنجن هم وطنن کي سزا ڏيڻ سياسي مصلحت جي خلاف سمجهيو. پر انهن تان سندس اعتماد ختم ٿي ويو. شاهه حسن کي جيئن ته ٻاڻي اولاد ڪونه هئي، تنهن ڪري خانداني طور سندس حڪمرانيءَ جو ڪوبه والي وارث نه هو. سندس لاءِ ان ڪان سواءِ ٻيو ڪو به رستو ڪو نه هو ته سنڌ واسين سان پنهنجو رويو نرم ۽ پنهنجائپ وارو رکي. شاهه حسن ڏيهي ماڻهن تي ڀاڄهه ڀريو هٿ رکيو. انهن کي حڪومتي مشينري ۾ شامل ڪيو. فوجي لشڪر ۾ ته سنڌ واسي اڳ ئي شامل ٿي چڪا هئا، ان ڪان پوءِ ٺٽي جي گورنري به سنڌين کي ملي. ٺٽي پرڳڻي تي "عربي گاهي" کي مقرر ڪيائين ۽ حڪومتي ڪاروبار هلائڻ لاءِ سهڪاري طور اسماعيل ٻيڻار کي ساڻس مقرر ڪيو.

ارغونن ۽ ترخانن کي چيڙائڻ لاءِ اهو عمل ڪافي هو. ان ڪانپوءِ سمورا امير متحرڪ ٿي ويا ۽ لڪ ڇپ ۾ شاهه حسن کي قيد ڪرڻ لاءِ سازشون ڪرڻ لڳا. ان سلسلي جي پهرين گڏجاڻي مير شاهه محمود بيگ جي جاءِ تي ٿي، جنهن ۾ سمورا باغي امير گڏجي.

"ڳالهه جي چڱائي ۽ برائي آڏو رکي، مرزا جي نوڪرن ۽ خاص خليفن جي شڪايت ڪرڻ لڳا ۽ کليو کلايو ظاهر ڪيائون ته اسان کي جلاوطن ٿيڻ گهرجي، يا هنن ماڻهن کي دفن ڪرڻ گهرجي. هونءَ ته چڱو ائين ٿو ڏسڻ ۾ اچي ته جنهن صورت ۾ مرزا شاهه حسن فالج ۾ گرفتار آهي ۽ سواريءَ جي ٻڻ طاقت ڪانه اٿس ۽ محفي ۾ گهمي ٿو ۽ اسان سندس قلعي ۾ پنهنجا فرزند مقرر ڪيا آهن، تنهنڪري جيڪي به نامناسب ماڻهو وٽس اچي جمع ٿيا آهن تن سڀني کي قتل ڪري ڇڏڻ گهرجي." (2)

انهن ڏينهن ۾ عربي گاهي جي پٽ هڪ ارغوني حامله عورت کي ڌڪ هڻي سنڌس ٻار ڪيرائي وڌو، جنهن تي ارغونن تمام گهڻو گوڙ ڪيو ۽ بارٻار شاهه حسن وٽ دانهين پئي ٿيا. نيٺ شاهه حسن ٺٽي جي شيخ الاسلام شيخ ميرڪ پورانيءَ ڏانهن خط لکيو:

"شريعت مطابق فيصلو ڪريو، جيڪو سزا جو حقدار هجي ان کي سزا ڏيو." ۽ پاڻ ڏوليءَ ۾ چڙهي نصرپور هليو ويو. جتي پڻ هن پنهنجا اعتماد جوڳا ماڻهو مقرر ڪري ارغون ۽ ترخان اميرن کي پاسيرو ڪري ڇڏيو. جنهن ڪانپوءِ وري بکر پهتو. شاهه حسن بکر جي قلعي ۾ موجود هو ته مٿين گڏجاڻيءَ مان ڪجهه ماڻهو اتي مرزا شاهه حسن کي گرفتار ڪرڻ لاءِ روانا ٿيا. پر شاهه حسن ديوان خاني جي پٺئين در مان نڪري سن هليو ويو. جتي ڪيس سڌ پئي ته بکر ۾ مير شاهه محمود بيگلار، ارغونن، ترخانن ۽ ڏيهي ماڻهن کي گڏ ڪري بغاوت جو اعلان ڪيو آهي. شاهه حسن پنهنجا ماڻهو موڪلي شاهه محمود کي سن پهچڻ جو حڪم ڪيو. شاهه محمود پاڻ ۾ همت نه پائيندي، بغاوت جو خيال دل مان ڪڍي سن اچي پهتو.

بکر جيان ٺٽي جا امير به باغي بڻجي ويا ۽ سمورن اميرن شاهه حسن بجاءِ پاڻ کي حڪمران سمجهڻ شروع ڪيو. انهن پهريون اهو ڪم ڪيو، جو ٺٽي جي نگران عربي گاهي اسماعيل پيٺار ۽ ٻين سندن حمايتن کي قتل ڪري شاهه حسن جي گهر واريءَ ماهه بيگم کي قيد ڪري ڇڏيو. جن ڪانپوءِ هڪ گڏجاڻي ڪري انهن پاڻ مان ڪنهن هڪ کي سردار چونڊڻ لاءِ ويچار ڪيو. جنهن ۾ انهن سمورن هڪ راءِ ٿي، ڪنهن ارغون بجاءِ مرزا عيسيٰ ترخان کي پنهنجو حڪمران چونڊي ورتو.

هوڏانهن شاهه حسن ڪجهه ڏينهن سن ۾ ترسي جيئن ئي ٺٽي لاءِ روانو ٿيو ته ڪنهن خبر ڏنس ته ٺٽي جي ارغونن ۽ ترخانن به بغاوت ڪئي آهي، جنهن ڪري هو سن ۾ ئي ترسي پيو ۽ مير شاهه محمود کي ٺٽي جي گورنريءَ جو پروانو ڏيئي مرزا عيسيٰ کي گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڏنو. مير شاهه محمود جيئن ئي ٺٽي پهتو ته جنگ ڪرڻ بجاءِ مرزا عيسيٰ جي بعيت ڪري سندس لشڪر ۾ شامل ٿي ويو.

شاهه حسن جو آخري مهرو سلطان محمود ئي باقي بچيو. هن ارغون ۽ ترخان قبيلن مان بنهه نااميد ٿي سلطان محمود ڏانهن قاصد روانو ڪيو. مير معصوم بکري لکي ٿو:

"مرزا شاهه حسن جڏهن سرڪشي ۽ بغاوت ۾ ارغونن جي جرئت ڏٺي، تڏهن بکر جي حڪومت جو پروانو سلطان محمود خان جي نالي جاري ڪري بکر ۾ رهندڙ ارغونن ۽ ترخانن جي ڪهڻ جو حڪم ڏنو. سلطان محمود خان اهو فرمان پنهنجي ماءُ کي ڏيکاريو ۽ ساڻس سمورو احوال به اوريو. والده ڪيس فرمايو ته بکر جي حڪومت توکي مبارڪ هجي، پر خبردار هن ماڻهن جي قتل ڪرڻ ۾ تکڙ نه ڪجانءِ. هن ماڻهن کي قيد ڪري مرزا وٽ پهچاءِ جيئن مرزا جي راءِ شريف جي تقاضا هوندي اُنهيءَ موجب عمل ڪندو. سلطان محمود خان، مير جاني ترخان، احمد ترخان، حمزه بيگ ۽ مراد حسين بيگلار کي بکر ۾ رهندڙ ٻئي جماعت سان گڏ قيد ڪري پاڻ سان وٺي ويو. باقي يادگار محمد ڪوتوال، جيڪو مير شاهه محمود کي مخالفت لاءِ پڙڪائيندو هو، ان کي قتل ڪري ڇڏيو." (3)

ان وچ ۾ عربي گاهي جي همدردن، شاهه حسن کي عربي گاهي جي ٻي ڌوهه قتل ٿيڻ جي خبر ڏني ۽ خون جو بدلو وٺڻ جي اجازت گهري. ان سڄي بغاوت ۾ اهم ڪردار ادا ڪندڙ احمد ولي هو، جنهن کي گرفتار ڪيو ويو ۽ احمد وليءَ جي مائٽ علي حسن کي قتل ڪري سندس منڍيءَ کي نيزي ۾ ٽنگي سموري ڇاوڻيءَ ۾ گهمايو ويو.

سلطان محمود بکر جي ارغونن ۽ ترخانن کي گرفتار ڪري پاڻ سان وڏو ڪٽڪ ساڻ ڪيون شاهه حسن جي خدمت ۾ پيش ٿيو. سلطان محمود جو وڏو لشڪر ڏسي شاهه حسن ڏاڍو خوش ٿيو. اهو لشڪر ۽ سنڌين جو لشڪر جيڪو پاڻ سان گڏ هئس، ساڻ ڪري، پاڻ کي ڏوليءَ ۾ ڪنائي ٺٽي تي حملي آور ٿيو. اها خبر مرزا عيسيٰ ترخان تائين ٻه پهتي، جيڪو پڻ لشڪر ساڻ ڪري ٺٽي مان نڪري پيو ۽ "ساپاهه" ڳوٺ وٽ ٻئي لشڪر آمهون سامهون ٿيا، جنگ لڳي، رت اڙهو، ڪيترائي انسان اقتدار جي چڪيءَ ۾ پيسجي ويا. خاص ڪري ٻنهي طرفن کان افغاني لشڪر ڪسجڻ لڳو. نيٺ "مرزا عيسيٰ ترخان ڳجهيءَ طرح سلطان محمود خان ڏي چوائي موڪليو ته اسين تمام لاچار ٿي ڪري هي قدم کڻي رهيا آهيون. روز هيترا ماڻهو ٻنهي طرفن جا پيا ناس ٿين سو ڇو؟ اڄ ته اسين روبرو ملي صلاح مصلحت ڪريون ۽ اڳتي لاءِ ڪا پڪي رٽ ڪري ڇڏيون." (4)

سلطان محمود جيڪو پڻ دولت ۽ حڪمراني حاصل ڪرڻ جي هوس خاطر شاهه حسن سان گڏ هو. تنهن اهو موقعو غنيمت سمجهي، رات جي انڌيري ۾ وڃي مرزا عيسيٰ سان مليو. رات جي ڪاري چادر ۾ ڏڪيل اهو ناهه، جيستائين نروار ٿئي، ان کان اڳ امير سلطان ۽ امير ابوالخير سوڍن جو لشڪر ساڻ ڪري، مخالف ڌر جي چونڪيءَ تي راتاهو هنيو، جنهن ۾ تمام گهڻن ترخانن ۽ ارغونن جا پساهه پورا ٿي ويا ۽ انهن جا ڌڙ سسين کان ڌار ڪيا ويا، منڍين کي نيزن ۾ ٽنگي شاهه حسن آڏو پيش ڪيو ويو. پنهنجن هم وطنين جو اهڙو حال ڏسي شاهه حسن جي اکين مان ڳوڙها وهي پيا.

وچهه ڏسي سلطان محمود خان شاهه حسن آڏو صلح جي ڳالهه چوري ۽ شيخ عبدالوهاب، مرزا عيسيٰ ترخان پاران خُطائن جي معافي گهري، آخرڪار صلح ٿيو. اهڙيءَ طرح ٺٽي جي ڌرتي رت جي ريج کان بچي وئي، ٻنهين ڌرين جا قيدي آزاد ڪيا ويا. ماهه بيگم جيڪا مرزا عيسيٰ وٽ قيدڻ ٻڌيل هئي، سا ٻه آزاد ڪئي وئي. جيڪي سلطان محمود بکر مان ارغون ۽ ترخان قيدي ڪيا هئا اهي ٻه موت جي منهن مان بچي ويا. امن امان بحال ٿيو، ماڻهن جي منهن تي مرڪون موٽي آيون. ڌن ۽ دولت جا لالچي ناهه مطابق، خاموشيءَ سان شاهه حسن جي مرڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ شاهه حسن جي طبيعت خراب ٿي وئي. شيخ عبدالوهاب، جيڪو شاهه حسن جو خاص حڪيم هو. ان جي صلاح موجب. ڪيس

آرام لاءِ سيوهڻ پٺي نيو ويو ته "علي پور" ڳوٺ وٽ سندس روح جو پکي اڏامي ويو.

شاهه حسن جي موت بابت اڪثر راءِ اها آهي ته هو فالج جي مرض ۾ مبتلا هو. تنهن ڪري ڪنهن به وقت سندس موت مهمان ٿي پٺي سگهيو. پر حقيقت ان جي ابتڙ آهي. اهو موت اڃ به تحقيق طلب آهي، ڇو ته تاريخ طاهري ۾ پڻ جاين تي اهڙا اشارا ملن ٿا. جيڪي باقي تاريخن ڪان مختلف آهن. منهنجي ويجهو تاريخ طاهري جي راءِ مضبوط ۽ وزندار آهي، ڇو ته شاهه حسن پڇاڙيءَ وارا ڏهاڙا ٺٽي ۾ ترسيل هو. ان حقيقت بابت ٺٽي جو عوام ٺي بهتر ڄاڻي سگهي ٿو ۽ سيد طاهر نسياني به ٺٽي جو رهندڙ ۽ ٺٽي جي تاريخ تي ڪم ڪندڙن مان هڪ آهي. هو لکي ٿو:

"ڪن جو چوڻ آهي ته ڪيس بيماريءَ ۾ زهر ڏنو ويو، تنهنڪري سندس موت واقع ٿيو. (5)

زهر ڏيڻ بابت الزام ماهه بيگم تي هنيون ويو، جيڪا شاهه حسن جي گهر واري هئي ۽ ڪجهه وقت اڳ مرزا عيسيٰ خان ترخان وٽ قيدڻ جي حيثيت سان رهيل هئي. ان وچ ۾ ماهه بيگم ۽ مرزا عيسيٰ ترخان جا لاڳاپا تمام ويجهڙائيءَ وارا ٿي ويا. ايتري قدر جو جڏهن سلطان محمود خان شاهه حسن جو لاش بکر کڻي هلڻ جي اجازت گهري ته ماهه بيگم انڪار ڪيو ۽ لاش کڻي ٺٽي لاءِ رواني ٿي ۽ ايجا به اهم ڳالهه ته ڪجهه وقت رکي ماهه بيگم، مرزا عيسيٰ سان شادي ڪري ڇڏي. انهن واقعن مان لڳي ٿو ته ماهه بيگم به مرزا عيسيٰ ترخان جي رنگ ۾ رنگجي چڪي هئي. خير، شاهه حسن جي موت کانپوءِ سنڌ ارغونن هٿان نڪري، پڻ حصن ۾ ورهائجي وئي. لکيءَ کان هيٺ وارو پرڳڻو مرزا عيسيٰ ترخان جي حصي ۾ ۽ لکيءَ کان مٿي بکر وارو پرڳڻو سلطان محمود خان جي هٿ هيٺ رهيو.

## مددي ڪتاب


*۾ ارغون حڪمران ۽ هزارين سنڌين جو رت*

1- تاريخ معصومي ص 150
2- تاريخ معصومي ص 153-154
3- تاريخ سنڌ - حصو چوٿون ص 22
4- لب تاريخ سنڌ ص 67
5- سمن جي سلطنت ص 51
6- تاريخ سنڌ، محمد صديق مسافر ص 25
7- مير معصوم بکري ص 68
8- تاريخ معصومي ص 161
9- تاريخ معصومي ص 162
10- تاريخ معصومي ص 163
11- مير معصوم بکري ص 69
12- تاريخ سنڌ حصو چوٿون ص 23
13- تاريخ طاهري ص 69-68
14- تاريخ طاهري ص 70
15- بيگلارنامو ص 10
16- تاريخ سنڌ حصو چوٿون ص 40
17- تاريخ سنڌ حصو چوٿون ص 40
18- تاريخ معصومي ص 193
19- تاريخ معصومي ص 199
20- تاريخ معصومي ص 200
21- تاريخ سنڌ حصو چوٿون ص 55
22- همايون نامو ص 51
23- جنت السنڌ ص 391
24- تاريخ سنڌ حصو چوٿون ص 86

*ارغونن جي دور ۾ سنڌين جو سياسي شعور*

1 ـ مظهر شاهجاني: يوسف ميرڪ ص 112
2 ـ ساڳيو: يوسف ميرڪ ص 112
3 ـ ڏيڻي ڏنب ڏڻ: دادا سنڌي ص 87

4 ـ تحفة الكرام؛ مير علي قانع ص 320
5 ـ تاريخ قمدن سنڌ؛ مولائي شيدائي ص 509
6 ـ تاريخ معصومي؛ مير معصوم بکري ص 154
7 ـ تحفة الكرام؛ مير علي شير قانع ص 353
8 ـ تحفة الطاهرين؛ مير علي شير قانع ص 85
9 ـ تحفة الكرام؛ مير علي شير قانع ص 354
10 ـ تذڪره صوفياء سنڌ؛ اعجاز الحق قدوسي ص 331
11 ـ تاريخ معصومي؛ مير معصوم بکري ص 156 ـ 157
12 ـ سنڌ جي عالمن جا سونهري عارناما؛ دادا سنڌي ص 58
13 ـ تاريخ معصومي؛ مير معصوم بکري ص 163
14 ـ مير معصوم بکري؛ سيد حسام الدين راشدي ص 94
15 ـ تاريخ طاهري؛ محمد طاهر نفسياني ص 85
16 ـ تاريخ طاهري؛ محمد طاهري نفسياني ص 95
17 ـ تاريخ طاهري؛ محمد طاهري نفسياني ص 95
18 ـ مظهر شاهه جهاني؛ يوسف ميرڪ ص 168
19 ـ مير معصوم بکري؛ حسام الدين راشدي ص 96

*ارغونن دور جو سماجي، اقتصادي ۽ انتظامي جائزو*

1- ابن بطوطه سفرنامو ص 36
2- مولائي شيدائي جنت السنڌ ص 391
3- حسام الدين راشدي، مير معصوم بکري ص 95
4- تاريخ معصومي ص 207
5- طاهر نفساني، تاريخ طاهري ص 82
6- تاريخ معصومي، مير معصوم بکري ص 215
7- تحفة الكرام مير علي شير قانع ص 163

*ارغونن جي پڄاڻي*

1 ـ تاريخ طاهري ؛ سيد طاهر محمد نسياني ص 98
2 ـ تاريخ معصومي ؛ مير معصوم بکري ص 230
3 ـ ساڳيو ص 230
4 ـ تاريخ سنڌ ؛ محمد صديق مسافر ص 85
5 ـ تاريخ طاهري ؛ سيد طاهر محمد نسياني ص 102

# نئون نياپو اڪيڊمي
## جا مارڪيٽ ۾ موجود ڪتاب

ورثو: تهذيب جي بڻ بنياد جي ڳولا (سفرنامو) مائيڪل ووڊ ـ قيمت: 200 رپيا
اتهاس جا آواز ـ سنڌيڪار ۽ سهيڙيندڙ: انعام شيخ ـ قيمت: 150 رپيا
تاريخ جي ڪنهڙي ۾ ـ (تاريخ/تحقيق) اڪرام ساگر عباسي ـ قيمت: 40 رپيا
آخر فتح عوام جي ٿيندي ـ (انٽرويوز) مير مرتضيٰ ڀٽو ـ قيمت: 60 رپيا
سنڌو، جي سفر ڪهاڻي ـ (سفر نامو) قيمت: 200 رپيا
هڪ ڇوڪري هئي ـ (ڪهاڻيون ۽ ناول) ڪرشن ڪنوائي ـ قيمت: 100 رپيا
درد هڪ پيار جو ـ ترجمو: سنڌري اتم چنداڻي ـ قيمت: 100 رپيا
وارڊ نمبر ڇهون ـ (ڪهاڻيون) انتون چيخوف ـ قيمت: 100 رپيا
صدي، جو سفر ـ (ڪهاڻيون) طارق قريشي ـ قيمت: 45 رپيا

## نئون نياپو جا ويجهڙ ۾ ڇپرايل ڪتاب

سنڌ ارغون دور ۾ ـ (تاريخ/تحقيق) اڪرام ساگر عباسي ـ قيمت: 30 رپيا
منهنجي زندگي، ۾ آيل عورتون ۽ مرد ـ خشونت سنگهه ـ قيمت: 50 رپيا
گيتانجلي ـ رابندرناٿ ٽئگور ـ سنڌيڪار: ڊاڪٽر گل ـ قيمت: 50 رپيا
هن پار مان هن پار تون ـ (ڪهاڻيون) ڪرشن ڪنوائي ـ قيمت: 50 رپيا

## جلد ايندڙ ڪتاب

شاهه عبداللطيف ڀٽائي: فن، فڪر ۽ شخصيت ـ جديد مطالعو ـ ادا قاضي ـ قيمت: 30 رپيا
ميٽا مورفسس ؛ فرانز ڪافڪا/ ڊاڪٽر گل ـ قيمت: 50 رپيا
عربن جي مختصر تاريخ ؛ فلپ ڪي هٽي / خالد اسماعيل خاصخيلي
ڪلهه ۽ وساري ڇڏڻ جو ڪتاب: ميلان ڪنڊيرا / خالد اسماعيل خاصخيلي

---

وي. پي. گهرائڻ لاءِ لکو:

4/24 رحمان ڪورٽ، تبت سينٽر ڪراسنگ، ايم اي جناح روڊ ڪراچي 74400



اڪرام ساگر عباسي هڪ اڀرندڙ نوجوان تاريخدان آهي. جنهن سنڌ جي تاريخ تي گهري نظر رکندي سنڌ جي روشن مستقبل لاءِ تاريخ مان نيون راهون ۽ نوان پيچرا ڳوليا آهن. جن ۾ سنڌ جي عظمت ۽ سنڌين جي شجاعت بيان ٿيل آهي. هن نوجوان کي سنڌ سان بيحد محبت آهي ۽ اهائي محبت کيس سنڌ لاءِ اُتساهيندي رهي ٿي. علم، ادب ۽ تاريخ سان چاهه کيس ورثي ۾ مليو آهي- هُو سنڌ جي سياسي تاريخ جو ڄاڻو، تاريخ سان چاهه ۽ تاريخ جو شعور سندس مطالعي جو مظهر آهن. هي ڪتاب، "سنڌ ارغون دور ۾" به سنڌ جي تاريخ جي هڪ اهم باب تي روشني وجهي ٿو. دعا آهي ته، اسان جو هي دوست ائين ئي سنڌ جي تاريخ تي ڪم ڪندو رهي.

**امام راشدي**

پير جو ڳوٺ- ٽنڊو ڏيرو

S.P.H


**سنڌ ڪاٺياواڙ پبلشرز ڪراچي**

Rs.50/=



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 3919786 – 0344

3404488 – 0300

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

